عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر 59

# ڪنواري ماءُ

( ناول )

گوربچن سنگھه

عمر ميمڻ

عظمت ادبي اڪيڊمي
حيدرآباد سنڌ

عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر 59



ڪتاب جو نالو: ڪنواري ماءُ

مصنف : گوربچن سنگهه

مترجم : عمر ميمڻ

ڇاپو : پهريون

سال : نومبر 1989

ٽائيٽل : فتاح

تعداد : 500

قيمت 12-00

---

هي ڪتاب م.ع. ميمڻ، عظمت ادبي اڪيڊمي طرفان، احمد برادرس پريس، ناظم آباد ڪراچيءَ مان ڇپرائي، ڪمرو نمبر 13، نظام لاج، گاڏي کاتو حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

## مصنف جو پيش لفظ

منهنجي ڪا به ڪهاڻي يا ناول نڪته چيني کان سواءِ نه پڙهيو ويو جي ڪالهه تائين پنهنجي قلم کي تفريح لاءِ استعمال نه ڪري سگهيو آهيان. انسان آهيان ۽ هن خاڪي دنيا ۾ جيڪي ڪجهه وهي واپري رهيو آهي سو ڏسان ٿو ۽ چڱيءَ پر سمجهي سگهان ٿو، انهيءَ جو تجزيو ڪري سگهان ٿو ۽ چوته دنيا جو حال ڏسي ذهن ۾ هر وقت معاشري ۾ معاشري جي ناسورن خلاف نفرت جي باهه پئي ڀڙڪندي آهي، انهيءَ ڪري ڪجهه به لکڻ وقت اهي ئي ڳالهيون يعني، معاشري جا ڦٽ ۽ نا انصافيون قلم وسيلي پاڻ مرادو لکجي وينديون آهن. منهنجو ايمان آهي ته انسان جي قسمت ۾ خود سندس ئي ٺاهيل ۽ رائج ڪيل غلط قدرن جي، ٻيو ڪو به ڏک يا تڪليف نه آهي. انسان پاڻ پنهنجي لاءِ تڪليفون ٿو پيدا ڪري. اهي قدر جيڪي خود سندس ئي ترتيب ڏنل آهن، سندس ڏکن جو باعث آهن. جڏهن به هن خودکي انهن قدرن جي زنجيرن کان آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن مان خودکي آجو ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو، پوءِ صرف خوشيون ئي خوشيون ڏسندو.

جتي "ڪنواري ماءُ" تي منهنجي دوستن ۽ يارن ۽ ادب جي پارکن سخت ترين لفظن ۾ چوٽ چنبيا آهن ۽ مونکي ذليل ۽ بدمعاش سڏيو آهي اتي مونکي اهو ٻڌائيندي فخر محسوس ٿي رهيو آهي ته هي ايڊيشن ڪتاب جو پنجون ايڊيشن آهي، يعني عوام منهنجي انهيءَ ڪاوش کي قبول ڪيو آهي ۽ مون جنهن مسئلي تي هن ڪتاب ۾ قلم کنيو آهي سو عوام جي نظرن ۾ به موجود آهي ۽ هو انهيءَ جو حل چاهين ٿا. منهنجي ڪن ناقدن اهو سمجهيو آهي ته مون "ڪنواري ماءُ" جو ڪردار سندس ڪردار ڪشيءَ لاءِ پيش ڪيو آهي! نه ائين نه آهي، مون نه "ڪنواري ماءُ" سان ٿيندڙ سلوڪ کي سماج جو ظلم سمجهيو آهي

۽ سندس ڪردار کي ۽ مٿس ٿيندڙ ظلم جي داستان کي، سماج کي سندن
خاطر پيش ڪيو آهي، پڙهندڙ به جي محسوس ڪن ته ڪنواري ماءُ ڪو
ڏوهه نه ڪيو هو ۽ کيس اسان جهڙن لوڪن شريف انسانن جي سوسائٽيءَ
۾ رهڻ ۽ زنده رهڻ جو پورو پورو حق حاصل آهي ۽ ڪانئس سندس بنيادي
حق کسڻ، اسان مان ڪنهن جو به حق نه آهي، ته چئڻ آئون پنهنجي
مقصد ۾ ڪامياب رهيس.

منهنجي خيال ۾ ڪنواري ماءُ ڏوهاري ڪونه آهي، پر هوءَ هڪ مظلوم
شاهد آهي، جنهن جي پاڪ ۽ پوتر روح کي هڪ پٿردل معاشري،
پنهنجي ريتن ۽ رسمن جي شمشان گهاٽ تي جيئري ئي جلائي ڇڏيو
۽ ڪانئس پنهنجي مرضيءَ سان زنده رهڻ جو حق به کسي ورتو. آئون انهيءَ
مظلوم جو وڪيل آهيان ۽ پنهنجي روح جي گهراين مان سندس حمايت
ڪريان ٿو ۽ عوام جي عدالت ۾ سندس ڪيس پيش ڪريان ٿو.

هي ناول ڪنهن عام ڪهاڻيءَ تي ٻڌل ڪونه آهي. جي ائين هجي
ها ته ناول جي هيروئن جي نڪاح لاءِ ڪنهن پنڊت يا پروهت جو
بندوبست ڪري وڃجي ها ۽ ناقدن کي ناول سان گڏ گڏ پنهنجي
ذاتي ڪردار تي تنقيد ڪرڻ جي اجازت نه ڏيان ها، پر مون ته هن ناول
۾ سماج جي ٺيڪيدارن جو اصل روپ ڏيکاريو هو، جيڪي پنهنجن مفادن
خاطر اخلاقي قدر مقرر ڪن ٿا ۽ پوءِ بي وس ۽ لاچار انسانن کي
انهن قدرن جي بنياد تي سنگسار ڪن ٿا جي هو سندن مذموم ارادن
اڳيان سسي نٿا نمائين!

انسان پنهنجي نفساني خواهشن اڳيان هميشه مجبور رهيو آهي
فرشتن کي ته خدا نفس کان پاڪ رکيو آهي، تنهن ڪري اهي انهن خواهشن
کان پاڪ آهن، پر انسانن ۾ اهڙو ڪو ورلي هوندو جيڪو نفساني خواهشن
اڳيان جهڪيو نه هجي. عورت ۽ مرد انهن خواهشن کان مغلوب ٿي
بيشمار رشتا قائم ڪيا آهن جيڪي سهڻي ميهار، ليلي مجنون،

هير رانجهو، وامق عذرا جي روپ ۾ مختلف قومن جي لوڪ قصن جي حيثيت رکن ٿا، مذهبي ڪتابن ۾ اهڙا قصا موجود آهن ۽ انهن قصن جي مصنف پنهنجن ڪردارن جي ڪردار جي، سندن پاڪيزگي ۽ حيا شرم جي تمام گهڻي واکاڻ ڪئي آهي. پر دراصل انهن ڪهاڻين جو حاصل مطلب ڇا آهي؟ صرف اهو ته نسواني ۽ مرداني فطرت ۾ هڪٻئي لاءِ تمام گهڻي ڪشش آهي، ۽ هر قسم جا ڏک ڏسي، تڪليفون سهي، عورت ۽ مرد، عاشق ۽ محبوب هڪٻئي کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ انهن ڪهاڻين ۾ آخري فتح انساني روح جي نه پر انساني فطرت جي ٿئي ٿي، جڏهن ته ڪنواري ماءُ انساني فطرت نه پر انساني روح آهي ۽ هن ڪهاڻيءَ ۾ فطرت تي انساني روح جي فتح ڏيکاريل آهي.

پريا ۽ چترنجن اهڙا ٻه روح آهن جيڪي معصوم آهن، پاڪباز آهن، فطري حياءَ شرم سان مالا مال آهن، ۽ پاڻ جيڏن ٻين کان بنهه مختلف آهن، هڪٻئي کي گهڻي وقت کان پسند ڪن ٿا. محبت ڪن ٿا پر هنن جي محبت ٻين جي محبت وانگر تن جي ملاپ جي خواهش تي ٻڌل ڪونه هئي، پر هي صرف دلين جي ڳانڍاپي تائين محدود هئي... سندن هم عمر مٿن ٺٺوليون ڪندا هئا ته هي فرشتا زمين تي ڪٿان اچي ويا جو موجوده زماني ۾ محبت نفساني خواهشن جي تڪميل جو ٻيو نالو آهي ۽ جي ڪن ٻن جي نسبت ۾ تن جو ملاپ شامل نه آهي ته انهن کي چريو ۽ احمق سمجهيو ويندو آهي، اول ته انهيءَ ڳالهه تي اعتبار ئي نه ڪيو ويندو آهي ته ڪو سندن چاهت صرف دلين جي ملاپ تائين محدود آهي!!

پوءِ اوچتو چترنجن هڪ سازش جو شڪار ٿيو جنهن ۾ حالتن انهن ٻنهي کي هڪٻئي کان جدا ڪري ڇڏيو... چترنجن تي عدالت ۾ ڪيس هليو ۽ کيس ڦاسيءَ جي سزا ملي... ۽ انهيءَ کان پوءِ اوچتو هڪ ڏينهن ٻنهي جي ملاقات ٿئي ٿي ۽. انهيءَ حالت ۾ جو چترنجن هٿ ڪڙين ۽ پير ڪڙين ۾ جڪڙيل آهي!! پريا جو محبوب، مظلوم آهي

پر ڪير سندس حمايت ڪرڻ وارو ڪونه آهي، هو مايوس آهي، اداس آهي. جواني، جي وهيءَ ۾ ڪيس زبردستي هن دنيا مان لڏايو پئي ويو.. هن ڪيترا خواب ڏٺا هئا، رنگين سپنا ڏٺا هئا، پنهنجو گهر وسائڻ جا خواب، پريا کي پنهنجو ڪرڻ جا خواب، پريا سان پيار ڀري زندگي گذارڻ جا خواب، پر انهن مان پورو ڪوبه ڪونه ٿيو، ۽ ڪائنات وڏيڪ زنده رهڻ جو حق کسيو پئي ويو..

پريا جي ذهن ۾ اهي سڀ خيال آيا ۽ پوءِ هن اهڙو فيصلو ڪيو، جيڪو سندس ضمير جو آواز هو.. هن زندگيءَ جي انهن آخري ساعتن ۾ پنهنجي محبوب جي زندگيءَ کي هڪ ننڍڙي خوشي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو، چنرنجن جيڪو پنهنجا سڀ خواب بنا تعمير جي پاڻ سان گڏ کڻي وڃي رهيو هو تنهن جي هڪ خواب جي تعبير پريا ڪري ڏني.... ۽ پوءِ سموري عمر انهيءَ فيصلي جي حسين يادن ۾ ان جي نتيجي، جي مخالفت ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏيائين. سمجهي پروڙي، پريا پنهنجي جواني، پنهنجو حسين مستقبل هڪ مرڻ واري انسان سان وابسته ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي لاءِ در در جون ٺوڪرون، بدنامي ۽ ڏک حاصل ڪري ورتا.

پريا حسين هئي، جوان هئي، امير ماڻهن جي ڌيءُ هئي، وڏگهراڻي هئي. کيس پنهنجي پسند مطابق شادي ڪرڻ جو هر اختيار حاصل هو ۽ هو ڪوبه جوان سهڻو مرد پنهنجي لاءِ چونڊي سگهي ٿي. پر هن پنهنجي محبوب کي هڪ آخري خوشي بخشڻ لاءِ پنهنجو ناتو خوشين کان توڙي ورتو.. جي سندس فيصلي ۾ نفساني خواهش کي ذرو به دخل هجي ها ته هوءَ اهو فيصلو هرگز ڪونه ڪري ها. چو ته انهيءَ فيصلي کان پوءِ سندس باقي زندگيءَ ۾ جسماني ۽ نفساني خواهشن جي پورائي جي ڪا اميد ڪونه هئي. يعني هو هڪ رات خاطر پنهنجي اڳيان منتظر جنسي زندگيءَ کان منهن موڙي رهي هئي.. ۽ جي آئنده به هن اُلي وانگر پاڪ دامن ٿي رهڻ چاهيو ته کيس سڄي عمر بيواهه ٿي رهڻو پوندو ۽ پنهنجي ٿي جسم جي خواهشن جي باهه ۾ سڙڻو پوندو....

پرهڻ پنهنجي محبوب کي اها آخري، معمولي خوشي ڏيڻ جو پڪو پڻ ڪيو هو ۽ هوءَ حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار هئي، زماني جا، معاشري ۽ سماج جا ڏک ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻ لاءِ تيار هئي...

هيءَ دنيا بيشڪ ڪيس ڪنواري ماءُ جو خطاب ڏئي، پرهڻ ڪاليداس جي شڪنتلا وانگر پنهنجي پالڻهار کي حاضر ناظر ڄاڻي، پنهنجو پاڻ، چترنجن جي حوالي ڪري ڇڏيو، انهيءَ لاءِ نه ته هوءَ هير، سسئي، ليليٰ يا شيرين وانگر پنهنجي محبوب کانسواءِ زنده رهي نٿي سگهي ۽ والدين جي چونڊيل شريڪ زندگيءَ کان جان ڇڏائي پنهنجي فطرت جي خواهش پوري ڪرڻ ٿي چاهيائين، پر سندس معصوم ۽ پاڪ روح، اهو برداشت نٿي ڪري سگهي ته سندس محبوب ائين اداس ۽ اڪيلو هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي... ۽ انهيءَ ڪري هن پنهنجي زندگي بدناموسي ۽ بيواهيءَ تان قربان ڪري ڇڏي.

پريا کي دنيا ڪنواري ماءُ چوي ٿي.. ڪيس فاحشه سڏيو وڃي ٿو. پر پڙهندڙ سوچيو ته ڇا واقعي پريا انهيءَ سلوڪ جي حقدار هئي؟ انسان جي معاشري ۾ ڪيتريون شاديون ايتري ذميواري سان ڪيون وڃن ٿيون، جيتري ذميواريءَ جو مظاهرو پريا ڪيو، ڪيتريون زالون پنهنجن مڙسن سان وفادار رهن ٿيون ۽ ساڻن نباهه ڪن ٿيون؟ ڪيتريون بيواهون ايتري صبر ۽ استقامت جو مظاهرو ڪن ٿيون جيترو پريا ڪيو ۽ صرف هڪ رات جي شريڪ زندگيءَ سان آخر تائين ڪيتري نه وفادار رهي!

پريا جو ماليدار پيءُ، حڪمران طبقي جو هڪ فرد، پريا جي انهيءَ ابتدائي غلطيءَ جي داغ کي ڌوئڻ لاءِ پنهنجي دولت استعمال ڪرڻ چاهي ٿو ۽ ڪيس آڇ ڪري ٿو ته هوءَ جنهن کي به چونڊي تنهن سان سندس شادي ڪرائي وڃي ۽ ڪيس ايترو ڏاج ڏنو ويندو جو هوءَ سموري زندگي عيش ۽ آرام سان گذاريندي... پر پريا جو هڪ ئي جواب آهي... منهنجو

انتخاب، منهنجو ساٿي، منهنجو شريڪ زندگي چترنجن آهي.. ٿي سگهي ٿو چترنجن کي ڦاهيءَ جي تختي تان لاهي اچو.. پيو عجب، ڪوبه نه ڪهڙي جي.... ۽ سندس انهن خيالن جي ڪري سندس پيءُ، سندس موت جو خواهشمند آهي..

ڪنهن جي موت جي خواهش رکڻ ان کي قتل ڪرڻ يا مارڻ برابر آهي. هن معاملي ۾ قاتل آخروقت تائين باعزت رهي ٿو، معزز رهي ٿو ۽ مقتول دردر جا ڌڪا کائڻ تي مجبور ۽ بي وس. ڪيترن مائٽن پنهنجي عزت بچائڻ خاطر پنهنجي ڌيئرن جا حمل ضايع ڪرايا هوندا. ڪيترن غيرت مند مائٽن پنهنجي لڄ بچائڻ لاءِ پنهنجي ڌيئرن کي قتل ڪيو هوندو... قاتلن جي عزت برقرار، ۽ مقتول ڏوهاري... اهو ڪهڙو معاشرو آهي جتي قاتل کي نه عزت ۽ مان ملي پر مقتول کي ڏوهاري، ملزم، فاحشه، بدڪردار ۽ طوائف جهڙن نالن سان سڏجي.

چا اڄ اسانجي معاشري ۾ پريا جهڙي مستقل مزاج، نيڪ ۽ معصوم، پنهنجي محبت جي خوشيءَ خاطر، قربان ٿي ويندڙ ڇوڪري ڪا هستي ملندي، پريا جو عمل، سندس پاڪ روح لاءِ ڪارنهن جو ٽڪو آهي يا تقديس جو پيغام؟

هيءَ ڪهاڻي، هن معاشري لاءِ چيلينج آهي.. جنهن ۾ پريا جهڙي معصوم هستي لاءِ ڪا جاءِ ڪونه آهي، سندس محبت ۽ قربانيءَ جو ڪو قدر نه آهي، سندس محبت ۽ قرباني جو ڪو قدر نه آهي... هيءَ ڪهاڻي اهڙي سماج خلاف عوام جي عدالت ۾ فرياد آهي..

پريا ڪير آهي؟ انهيءَ جو جواب ريسڻن جي پنجوڙ ۾ جڪڙيل، هندوستان جي آزادي طلب ڪندڙ نوجوان ۽ ديانتدار روح ڏيندي..

هن وقت پريا جو روح منهنجي نظرن جي سامهون آهي. اهو روح مرڻ ڪهڙو جي منهن ڏانهن نهاري رهيو آهي. جيئن جهڙو ڪيس شريف ۽ همدرد نظر ايندو آهي، انهيءَ وقت ويندو آهي پرجي اتي ڪيس مان

نٿو ملي ته ڪاوڙيل شينهن جيئن ان شريف انسان جو ڳلو پڪڙيو وٺي.. سندس اکين ۾ شڪايت آهي، سندس هر عضوو فريادي آهي.. سندس سمورو وجود هڪ سوال آهي..

ٻڌايو مونکي... ڇا آئون به چال آهيان ؟ مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي جنهن جي مونکي اهڙي ڪڙي سزا پيئي ڏني وڃي... مون سان انصاف ڇو نٿو ڪيو وڃي ؟

گوربخش سنگهه.

بهار صوبي جي مظفرپور شهر کان ويهارو کن ميل پري، مکيه رستي کان ڪجهه پريرو هڪ صاف سٿري، ۽ سهڻي آبادي آهي جنهن ۾ وڏن وڏن آفيسرن جا گهراڻا آباد آهن. شهر کان پري هي وستي انهيءَ خيال سان آباد ڪئي ويئي آهي جيئن رهاڪو شهرن جي گوڙ گهمسان کان بچي سگهن، صاف ۽ خالص هوا ۾ ساهه کڻي سگهن..

انهيءَ وستيءَ جي پرسان لنگهندڙ هڪ شاهراهه تي تنهن ڏينهن هڪ حادثو ٿي پيو... پوليس جي هڪ ٽرڪ، پنهنجي منزل ڏانهن وڃي رهي هئي ته اوچتو هڪ ٻڪري رستي تي اچي ويئي، تنهن کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندي ٽرڪ جي ٽائي راڊ نڪري ويئي ۽ ٽرڪ بي قابو ٿي رستي تان لهي وڃي هڪ وڏي وڻ سان هٿين پيئي... وڻ کي ته گهڻو نقصان ڪونه ٿيو، پر ٽرڪ جو سامهون حصو تباهه ٿي ويو... البت ٽرڪ جي مسافرن کي ڪو خاص زخم ڪونه رسيو... ٽرڪ ۾ هڪ صوبيدار، هڪ جمعدار ۽ ٽي سپاهي سوار هئا ۽ هو هڪ قيديءَ کي پنهنجي نگرانيءَ ۾ ڪنهن ٻئي پاسي نيئي رهيا هئا. قيدي جي هٿن ۾ هٿ ڪڙيون ۽ ٽنگن ۾ ڏنڊا بيڙيون هيون. شايد هو ڪو خطرناڪ قيدي هو.. پر سپاهين ۽ قيديءَ جي گفتگوءَ جي انداز مان اهو اندازو نٿي ٿيو ته ڪو هو قيدي خطرناڪ هو يا پوليس کي منجهائڻ ڪو خطرو هو... باقي هٿ ڪڙيون ۽ ڏنڊا بيڙيون ته شايد قانون جي پوئواريءَ لاءِ ضروري هيون!

جنهن ٽرڪ جي تباهيءَ تي سندن رنگ اڏامي ويو. اتي هو پنهنجي جسم جي عضون جي جهور پيچ کان بچي وڃڻ تي نهايت خوش هئا..

اهڙي حادثي مان زنده سلامت بچي وڃڻ معجزو ئي ته هو. صوبيدار پنهنجا ڪپڙا ڇنڊ ڇاڻ ڪندي چيو شڪر آهي جو جان بچي ويئي.. نه ته ڏاڍو ته اهڙو ٿيو هو جو مون يا ٻيو ڪم ٿيو پورو. پانهنجو اڄ سڀني آلين پوين زيادتين

جو حساب ٿيڻ وارو آهي..

پر سرڪار... هڪ ٻي ڳالهه به ته اوهان سان ڳڻ آهي.. خدا اهڙو نا انصاف ڪونه آهي جو اوهان جي زيادتين جو حساب هڪ بي گناهه کان به وٺي.... قيدي، سرڪندي صوبيدار کي جواب ڏنو. جمعدار چيو "ها. ٺيڪ ته آ ٿئي ٿو جو خدا اوهان جي صدقي اسان جي به جان بخشي ڪئي آهي، پر انهيءَ ڳالهه تي اعتبار نه تڏهن ايندو جڏهن اوهان جي سزا معاف ٿي وڃي."

'اهو به ٿي سگهي ٿو... ٿي سگهي ٿو ته عين وقت تي اصلي قاتل پوليس کي هٿ اچي وڃي، پر خير. دنيا جي عدالت مونکي سزا ڏني آهي، پر آسمان وارو ڄاڻي ٿو ته آئون بي ڏوهي آهيان. انهيءَ ڪري منهنجو ضمير مطمئن آهي ۽ مونکي ڪو ڊپ ڪونه آهي.... قيدي ورائيو...

صوبيدار، جمعدار ۽ سپاهين جي گفتگوءَ مان معلوم ٿي ٿيو ته ٽنهي ڌرين جي دلين ۾ هڪٻئي لاءِ عزت ۽ احترام جا جذبا موجود هئا... قيدي به ڪو اڳيڙهه، اخلاقي مجرم ڪونه ٿي لڳو... صاف ظاهر پئي ٿيو ته هو ڪنهن سٺي خاندان جو، عاقل بالغ، سلجهيل ذهن رکندڙ تعليم يافته نوجوان هو ۽ پوليس وارن کي به انهيءَ جو احساس هو...

ٽرڪ مان سامان ڪيڏڻ وقت سپاهين قيديءَ کي اڪيلو ئي ڇڏي ڏنو هو... ۽ انهيءَ ڳالهه جي ضرورت محسوس نه ڪئي وئي ته ڪو سپاهي قيديءَ تي پهرو ڏئي... صوبيدار، جمعدار ۽ سپاهين قيديءَ سان جهڙي نموني ڳالهايو ٿي انهيءَ مان به اهو ئي ٿي معلوم ٿيو جڻ قيديءَ جي شخصيت کين تمام گهڻو متاثر ڪيو هو ۽ کين قيديءَ جي بي ڏوهي هجڻ جي به پڪ هئي.

ٽرڪ مان سامان ڪيڏي صوبيدار، پنجن ڇهن ساٿين کي حادثي واري جاءِ کان پنج ميل جي مفاصلي تي موجود پوليس چوڪيءَ طرف ڪوچ ڪرڻ جو حڪم ڏنو... هڪ سپاهيءَ کي تباهه ٿيل ٽرڪ جي حفاظت لاءِ اتي ڇڏيو ويو..

قيدي ڏنڊا ٻيڙيءَ جي ڪري پيادو هلڻ ۾ تڪليف محسوس ڪري رهيو هو. جڏهن صوبيدار اها ڳالهه محسوس ڪئي تڏهن سپاهيءَ کي چيائين "جي

ڊپ نه محسوس ڪريو نه قيديءَ جي ڏنڀا ٻيڙي لوڏي ڇڏي... نه نه انهيءَ رفتار سان نه پاڻ رستي ۾ ئي رات گذاري ڇڏينداسين. سج اڀري لهي چڪو آهي، ٻيڪ به ٿڪجي آهي...

سپاهيءَ ورائيو.... "ڊپ جي ڪهڙي ڳالھ سائين.. اجازت ڏيو ته آئون نه هٿ ڪڙيون به کولڻ لاءِ تيار آهيان.. پنهنجو هي دوست قيدي نه انهيءَ نسل سان تعلق نٿو رکي، جنهن لئي جي بنا ڪنهن پهري جي صرف چئي ڇڏيو وڃي ها ته فلاڻي پوليس چوڪيءَ تي پهچجو آهي ته ڪرهي ويچارو پهچي وڃي"..

سرڪار ڏسجو متان اوهان جا سو حد کان وڌيڪ اعتماد اوهان لاءِ نقصان ڪار نه ثابت ٿئي... قيديءَ سرڪندي چيو..

نه سائين... اسان به انسانن ۾ زندگي گذاري آهي، ۽ اسين سمجهون ٿا ته اوهان جهڙا ماڻهو قتل ڀلي ڪري وڃن، پر ويساهه گهاتي نٿا ڪري سگهن.. ايترو چئي سپاهيءَ ڏنڀا ٻيڙيون کوليون ۽ آڻي هلڻ لڳو.. انهيءَ تي قيديءَ محبت ڪندي چيو "پر سائين منهنجو بار نه موٽلي ڏيو. توهان سيني وقت اڳ ئي ڪافي بار آهي.." ايترو چئي قيديءَ زوري سپاهيءَ کان ڏنڀا ٻيڙيون ڪلهي ورتيون.

۽ پوءِ ائين دوستانه انداز ۾ ڳالهيون ڪندي هو اڳتي وڌندا رهيا- قيديءَ جي هٿڪڙيءَ جي زنجير هڪ سپاهيءَ جي هٿن ۾ هئي ۽ ڏنڀا ٻيڙيون خود قيديءَ جي بغلن ۾..

وايو منڊل ڏاڍو وڻندڙ ۽ دل پذير هو.. ٿڌڙي هير گهلي رهي هئي.... اوڀر پاسي آسمان تي تارا ٽلڪڻ شروع ٿي رهيا هئا. پکي پنهنجي سڄي ڏينهن جي محنت مزوري کان پوءِ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي رهيا هئا. ماحول تي آهستي آهستي رات جو غلبو ٿي رهيو هو، پر اڃا اڃا پري پري تائين ڏسي سگهبو ٿي.. هي قافلو پنهنجي منزل ڏانهن وڌي رهيو هو ته اوچتو قيديءَ جي نظر لڙهندڙ روڊ کان پري وڻن جي جهنگٽي ۾ ڪنهن چمڪائي بيٺل هڪ ٻه شخصن تي پئي..

ڏنبا پيڙيون قيديءَ جي بغل ۾ هيٺ زمين تي ڪري پيون. انهن جي آواز تي دوشيزه ڪنڌ مٿي ڪيو... ۽ قيديءَ تي نظر پوڻ سان بي اختيار ٿي ڊوڙي ڏانهس آئي ۽ کيس چهٽي پئي، جيئن ڪو ٻالڪ هوا ڪيلا نه هئا.. پر ڪوٺي جي بنهي پر ايترو گهڻو تعلق هو جو هو پاڻ تي قابو نه رکي سگهي... پر ان موقعي جو احساس ٿيڻ تي هو جهٽ قيديءَ کان ڌار ٿي بيٺي ۽ قيديءَ پڇيس: تون هتي ڪيئن پريا؟ هوءَ ڪنڌ ۾ شرم کان ڇڪو پري آهي.

پريا، جنهن جي اکين ۾ هاڻي لڙڪ نظر اچي رهيا هئا. تنهن ٿڌو ساھ ڀري آواز ۾ ورائيو. تون ڏينهن ٿيا آهن جو اسين شهر مان لڏي هتان ميل ڪن پنڌ تي قائم ٿيل وڏن آميرن جي هائوسنگ سوسائٽي ۾ اچي رهيا آهيون. روز شام جي اڪيلائي ۾ اداسيءَ کان جڏهن دل گهٻرائجي ويندي آهي تڏهن گهران نڪري پوندي آهيان ۽ گهمي ڦري، اوندهه پوڻ تي گهر موٽي ويندي آهيان پر اڄ هان-----

ها. مونکي هاڻي سيشن سپرد ڪيو ويو آهي، منهنجو ڪيس هاڻي سيشن ڪورٽ ۾ هلندو، سو سپاهين جو هي جٿو مونکي اوڏانهن نئي رهيو هو. اسان جي ترڪ کي حادثو پيش اچي ويو، ۽ هاڻي اسين پيادائي اوڏانهن وڃون پيا .... پر تو سان هت ملاقات ٿي ويندي، انهيءَ جو ته مون سوچيو به ڪو نه هو.... ڪيترا ڏينهن ٿي ويا آهن تنهنجي صورت ڏٺي!!

هي ٻئي دوست، عاشق محبوب پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا ۽ پوليس وارا ڏانهن نهاري رهيا هئا... قيديءَ، صوبيدار کي مخاطب ٿي چيو: صوبيدار صاحب... توهان جن آپ تي مون تي تمام گهڻيون مهربانيون آهن جن لاءِ آءٌ نه توهان جو ٿورائتو آهيان ... هاڻي هڪ ٻي به مهرباني جي ڪريو ته وڏي مهرباني...

هي منهنجو دوست -- مونکي خوشي ٿيندي تنهنجي ڪم اچي. صوبيدار ورائيو. هيءَ دوشيزه، منهنجي ڪاليج جي ساٿياڻي آهي. هڪ ڪلاس آهي ۽ دوست آهي. قيد جي انهن اذيتناڪ ڏينهن ۾ جي ڪڏهن سان ملڻ جي دل ۾ خواهش هئي ۽ ڳالهيون ڪرڻ کان آگ جنهن هستيءَ کي صدا آخري وار ڏسڻ جي تمنا

هنيءَ سامهون هينئر منهنجي روبرو آهي. جي مناسب سمجهو ته مونکي ساڻس ٻه چار ڳالهيون ڪرڻ جي اجازت ڏيو...

قيديءَ اهڙي ته لهجي ۾ درخواست ڪئي جو پٿردل انسان جو به جيڪر هاڻ پاڻي پاڻي ٿي وڃي ها... هي صوبيدار ته وري به هڪ نيڪ نفس انسان ٿي لڳو... پر صوبيدار جي ڪجهه ڪڇڻ کان اڳ پريا چيو مونکي به اوڏانهن ٿي هلڻو آهي جيڏانهن تو مون وڃي رهيا هئا. سو هتي بيهڻ جي ضرورت نه آهي، هلندا به رهون ته ڳالهيون به ڪندا رهنداسون...

صوبيدار جي اشاري تي سپاهيءَ قيديءَ جي هٿڪڙي واري زنجير قيديءَ جي هٿ ۾ ڏني. ٻه پاڻ ٽئي چار پنج وکون پويان. آهستي آهستي هلڻ لڳا، اڳيان، قيدي ۽ پريا هٿ هٿ ۾ ڏيئي هلي رهيا هئا... گهڻي دير ته منجهن ڪا گفتگو نه ٿي.. پريا کي ڄاڻ هئي ته سندس محبوب کي ڪنهن ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسايو ويو آهي ... پر تفصيل جي ڪيس خبر ڪونه هئي، ڇو ته جڏهن اهو واقعو ٿيو هو تڏهن هوءَ امتحان ڏيڻ کان پوءِ پنهنجن پنهنجي گهر ڏانهن آيل هئا ۽ چترنجن جي گرفتاريءَ کان پوءِ پريا کي ساڻس ملڻ نه ڏنو ويو هو. پريا حقيقت حال ڄاڻڻ لاءِ بي قرار رهئي ۽ چترنجن موت جي حوالي ٿيڻ کان اڳ پنهنجي محبوب سان هن آخري ملاقات ۾ صرف ڪيس ڏسڻ چاهيو ٿي جنهن سندس گهر ۽ سندس اکين ۾ ڪا آس رهڻي نه وڃي... هن ڄاتو ٿي ته پريا جو پيءُ پريا کي اها اجازت ڪنهن به صورت ۾ ڪونه ڏيندو ته هوءَ ڪنهن قاتل سان جيل ۾ وڃي ملاقات ڪري... هڪ ته ائين ڪرڻ سان سندس شان ۾ گستاخي اچي ها جو هو هڪ وڏو آفيسر هو ۽ ٻيو ته پريا جي اهڙي ڪنهن قدم سان هو حڪومتي عتاب جو به شڪار ٿي ها، ڇو ته هن انگريز سرڪار جي هڪ اهم رڪن کي مارڻ جو الزام هو، ڪوبه سرڪاري آفيسر، سرڪار کي ناراض ڪرڻ جي همت نٿي ڪري سگهيو... پيا نه نصيبو، خود سندس پيءُ جيڪو انگريز راڄ ۾ هڪ اهم عهدي تي فائز هو. تنهن ٿي ساڻس لاتعلقيءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو ته

هتان پٽ جي ڏوهه ۾ ڪيس ۾ سختيون ۽ تڪليفون نه برداشت ڪري سگهيون هيون...

هي اهو دور هو جڏهن وطن ۾ انگريز غاصبن خلاف نفرت پنهنجي عروج تي پهچي ويئي هئي ۽ عوام آزاديءَ لاءِ ڪمر ڪشيو بيٺا هئا... پنهنجي جمهوري حقن ۽ بنيادي انساني حقن جي حصول لاءِ انگريز سرڪار خلاف تحريڪ هلائي رهيا هئا... تحريڪ جيتوڻيڪ اڃان شروعاتي مرحلي ۾ هئي ۽ لڪ چوريءَ ۾ سمورو ڪم ٿي رهيو هو، پر سرڪار کي پنهنجن جاسوسي ادارن ذريعي انهيءَ جي خبر پئجي ويئي ۽ هو انقلابين خلاف تمام ڪاٽ ڪمار(1) استعمال ڪري رهيا هئا ۽ جنهن ڪنهن تي ذرو به شڪ ٿيو ٿي ته انهيءَ کي گرفتار ڪري، جلد از جلد مٿن ڪيس هلائي، سخت ترين سزائون ڏني ويئي. جيئن آزاديءَ جو سلو، زمين مان ڦٽي نڪري نروار ٿيڻ کان اڳ ئي سڪي وڃي ۽ انهيءَ جي خوشبوءِ جا لهر جو احساس ٻين کي نه ٿي سگهي... پر حڪومت جي تمام تر سختين جي باوجود آزاديءَ جا متوالا پنهنجي سرسان ڪفن ٻڌي، جان تريءَ تي کڻي، ميدان ۾ نڪري رهيا هئا ۽ پنهنجي رت سان ڌرتيءَ کي ريج ڏيئي رهيا هئا... حڪومت جو رويو جيئن جيئن سخت پئي ٿيندو ويو، جيئن جيئن انقلابين کي ماريو پئي ويو، تيئن تيئن سندن تعداد ۾ اضافو پئي ٿيو، سندن عزم پختو پئي ٿيو، ۽ سندن منزل ويجهي پئي آئي... انقلابين، ٻين ڪاروائين سان گڏ وجهه ملڻ تي انگريز عملدارن کي قتل ڪرڻ جو به ڪو موقعو هٿان نٿي وڃايو ۽ چترسنگهه، انهيءَ ڏوهه ۾ گرفتار ٿيل هو.

هو انقلابي ڪونه هو... انقلابي نه هجڻ جو اهو مطلب نه آهي ته ڪو هو انگريز راڄ مان خوش هو يا آزاديءَ جو مخالف... پر هو انقلابي گروهه جو ميمبر ڪونه هو... باقي وطن جي آزاديءَ جا خواب هو به ڏسندو هو، هن جي به خواهش هئي ته دنيا جي نقشي تي سندن وطن هڪ آزاد ۽ خودمختيار ملڪ جي حيثيت ماڻي، جنهن ۾ سندن حڪومت هجي، ڪروڙين سندن

حاڪم نه هجي، دنيا ۾ سنڌ ملڪ جو نالو روشن ٿئي ۽ سنڌين هم وطن غريب، هاري ۽ مزدور جو استحصال ختم ٿئي. سنڌين عزت نفس بحال ٿئي ۽ هو غلاميءَ جو طوق پنهنجي ڪنڌ مان ڪيري، مٿو اوچو ڪري، فخر سان آزاد فضا ۾ ساهه کڻن... ۽ انهيءَ لاءِ، هن جو نظريو هو ته هر ميدان ۾ جدوجهد ڪرڻ گهرجي.. دانشور ۽ مفڪر دانا قيادت فراهم ڪن، عوام ۾ سجاڳي آڻين، عوام کي آزاديءَ جي حصول لاءِ تيار ڪن، ۽ آزاديءَ لاءِ مضبوط فڪري بنياد فراهم ڪن، شاگرد تعليم تي ڌيان ڏين، ۽ خود کي انهيءَ قابل بڻائين جو جڏهن ايندڙ وقت ۾ انگريز نيٺ ملڪ ڇڏڻ تي مجبور ٿي وڃي ته ائين نه ٿئي جو ملڪ ۾ لائق ۽ قابل ماڻهن جي کوٽ ٿي پوي ۽ ملڪ جو ڪاروبار هلائڻ لاءِ هوشيار، ذهين ۽ سلجهيل ماڻهو نه ملي سگهن ۽ وري ڪا ٻي قوت کين غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي وٺي، ۽ لڪ چوري، مسلح جدوجهد به هلندي رهي، چترنجن جو خيال هو ته صرف انهيءَ صورت ۾ سنڌ ملڪ آزادي ماڻي سگهي ٿي. صرف اڪيلي مسلح جدوجهد، يا صرف تعليمي ادارن ۾ شاگردن جي جدوجهد ڪافي نه هئي. هو پاڻ شاگرد هو، ۽ تعليمي ميدان ۾ انگريزن خلاف جدوجهد ۾ شريڪ هو. سٺو مقرر به هو ۽ اڪثر ڪاليج جي اسٽيج تان شاگردن ۾ آزاديءَ جو شعور پيدا ڪرڻ لاءِ ۽ شاگردن جي مسئلن جي حل لاءِ تقرير ۽ تحرير وسيلي جدوجهد ڪندو رهندو هو... پنهنجين انهن سرگرمين جي ڪري هو حاڪمن جي نظر ۾ هو ۽ سندس پيءُ جيڪو انگريز راڄ ۾ هڪ اهم سرڪاري عهدي تي فائز هو سو به سندس انهن سرگرمين کان خوش نه هو.. اهي سرڪاري آفيسر ۽ ڪامورا ويچارا، جيڪي سرڪار جو نمڪ ٿا کائين، سي انهيءَ لوڻ جو حق چڱيءَ ريت ادا ڪندا آهن ۽ سرڪار نامدار کان به وڌيڪ جوش ۽ جذبي سان اهڙن انقلابين خلاف ڪارروائي ڪندا آهن... چترنجن جو پيءُ به هميشه کيس انهن سرگرمين ۾ مصروف ٿيڻ کان روڪيندو رهندو هو ۽ سندن تعلقات خوشگوار نه هوندا. مثال طور چترنجن تي هڪ انگريز کي قتل ڪرڻ جو

الزام ڏنگو ۽ هو گرفتار ٿي ويو ته بجاءِ پٽ جي مدد ڪرڻ جي ۽ جيڪو واقعي انهيءَ ڏوهه ۾ ملوث هو، ته به سنڌ ۾ مدد ڪرڻ بدران، دمن سانس الا تعلقي جو اعلان ڪيو ڇو ته جيڪو هو اهين نه ڪري ها ته سنڌ ۾ لوڪ ڪري به وڃي ها ۽ پٽ جي ڏوهه ۾ ڪيس پڻ ڀائيوار سمجهيو وڃي ها، جڏهن ته هو بيچارو نه سرڪار جو نمڪ خوار هو ۽ وفادار هو. قومن جي آزادي جي راهه جي وڏي رڪاوٽ اهڙا بي غيرت ۽ بي ضمير انسان ئي ته هجن ٿا جيڪي پنهنجي ذاتي مفاد تي هر شيءِ ۽ هر اصول کان مٿاهون سمجهندا آهن!

ڇترنجن، پريا کي پنهنجو داستان ٻڌائڻ شروع ڪيو. اهين جو من ۾ هٺ ۽ پريا جو هٺ هو، آکين ۾ چمڪ هئي، روشني هئي، محبت هئي ۽ پريا جي آکين ۾ لڙڪ هئا. اداسي هئي، محبت هئي ... آس هئي، نراسائي هئي.

هڪ اهڙي ئي ونڌر شام هئي جڏهن موسم مان لطف اندوز ٿيڻ خاطر آئون ڪمپني باغ ۾ گهمڻ لاءِ ويو هوس. سج اولهه ۾ لهڻ جا سانباها ڪري رهيو هو.. باغ ۾ پکين جون سوين قسمن جون ٻوليون گونجي رهيون هيون ۽ وايو منڊل قسمين قسمين گلن جي خوشبوءِ سان ٻهڪي رهيو هو... آئون به گهمي ڦري، هڪ وڻ جي ٿڙ سان ٽيڪ ڏئي، اکيون بند ڪري، ساهه پٽڻ لڳس ۽ ٿڌڙي مٺڙي خوشبودار هوا پنهنجن ٿڦڙن ۾ پرڻ لڳس.... ايتري ۾ گهوڙي جي ٽاپن جو آواز ٻڌم، اکيون کوليم ڏٺم ته هڪ انگريز گهوڙي تي سوار، گهوڙيسواريءَ واري لباس ۾ ملبوس اتان اچي لانگهائو ٿيو. هن مون ڏانهن نهاريو ۽ مون هن ڏانهن .. هو اتي بيٺو نه آئون ڪيس ڏسي اتي بيٺس .. ۽ اهين چند ساعتن کان پوءِ هو اتان لنگهي ويو، آئون وري اکيون بند ڪري پنهنجي گيان ۾ ويهي رهيس ته ان جو گولي هلڻ جو آواز ۽ هڪ انساني رڙ ٻڌم ... گهوڙي جي هڻڪار ... فضا ۾ گونجي .... ۽ ڪنهن جي ڪِرڻ ... من جي آواز جو پڙاڏو ٻه ڪنن تي پيو ... سمجهي ويس ته گوري صاحب تي ڪنهن گولي هلائي آهي، مونکي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڀڄي وڃڻ گهرجي يا حالتن جو جائزو وٺڻ گهرجي؟ اجان انهيءَ شش پنج ۾ هوس ته هڪ

ڏيندي ريوالور اچي منهنجي پيرن وٽ ڪري پيو... هاڻ ته پڪڙجڻ کانسواءِ ڪو چارو نه هو. خبر نه آهي قاتل انقلابي نوجوان ڇا ٿي سمجهي مون کي ڦاسائڻ لاءِ اهو قدم کنيو هو يا اهو ڪو اتفاق هو جو ريوالور منهنجي پيرن وٽ اچي ڪري پيو... بهرحال آئون نڪري نڪتس ۽ اتان وڃڻ لڳس، منهنجي ڪوشش هئي ته جلد از جلد انهيءَ جاءِ کان پري هليو وڃان.
پريشان ٿي هوس جو ته پهرين ڪو ماڻهو ڇيڙوائتي نظر ڪونه ٿي آيو ته جيئن وڃڻو پوليس پهچي وئي ته پڪ ٿي پڪ مون تي شڪ ڪيو ويندو.... انهيءَ ڊپ ۾ تڪڙي تڪڙي وکون کڻي ويس، چپ ڇپ ڪئي ويا. آئين ۾ خوف جون جهلڪون ۽ انداز ۾ پريشاني ۽ ڀڄوائي به صاف ظاهر هئي... جيئن ئي ڪو مون کي پڪڙجڻ نه گهربو هو.... ائين ته آئون پاڻ ٿي صورتحال پنهنجي خلاف ڪري رهيو هوس، پران وقت اهو هوش نه هئم ۽ نه عقل آيم... اڃا ڀاڄ ماڻ نڪتو ٿي ڪونه هوس جو پوليس جي هڪ جيپ مون کي گهيري ورتو ۽ ڪنهن سوگهو ڪيائون... پوءِ پوليس کي ته تو سچ ٻڌائين. مٿان وري سندن آڻ پوائڻي هڪ گورو آفيسر ڪري رهيو هو. سو مون تي الزام مڙهي عدالت ۾ چالان پيش ٿيو. پوليس ڪيترائي واقعي جا عيني شاهد پيدا ڪري ورتا ۽ مون وٽ پنهنجي بيگناهيءَ جو ڪو ثبوت نه هو. مٿان وري والد صاحب بهادر به مون سان لاتعلقي جو اظهار ڪيو ۽ آئون پنهنجي بچاءَ لاءِ وڪيل جو بند و بست به نه ڪري سگهيس .... بهار صوبي ۾ سياسي قتلن جي گهڻائيءَ جي ڪري ۽ انقلابين جي روز روز وڌندڙ ڪاررواين جي ڪري انگريز سرڪار فيصلو ڪيو آهي ته ڏوهارين تي سيشن ڪورٽ ۾ ڪيس هلائجي ۽ جلد از جلد ڏوهارين کي سزا ڏئي ڇڏجي. جيئن ٻيا عبرت حاصل ڪن. سو مون کي به سيشن سپرد ڪري ڇڏي جيل ڏانهن اماڻيو ويو. جو هي حادثو پيش آيو ۽ تو سان ملاقات جو بهانو بڻيو... نه ته شايد آئون تو سان ٻنائي ڦاسيءَ چڙهي ويان ها! گهر وارن به لاتعلقيءَ جو اظهار ڪري ڇڏيو آهي، هاڻ باقي هن دنيا ۾ منهنجو آهي ڪير ته ڪانسواءِ؟ موت نه برحق آهي، شايد منهنجو موت انهيءَ بهاني لکيل آهي پر پنهنجي

جان، پنهنجي پيارن سان به جي موت کان اڳ نه ملي سگهان ها ته اها حسرت نه رهي ها! . ڦاسيءَ کان اڳ مون کان ضرور پڇن ها ته آخري خواهش ڪهڙي اٿم، توسان ملاقات کان سواءِ ٻي ڪهڙي خواهش هجي ها؟ پر توسان ڪهڙي ملڻ ڏيندا ها! پيار ۽ محبت جو ته هي دنيا دشمن آهي ۽ پڻ پيار ڪندڙ دلين کي ڪڏهن به برداشت نٿي ڪري سگهي، سو تنهنجو نالو ڪٿان هاڻ کڻن؟ انهيءَ ۾ ته ڏينهن پٺي ڳڻ رهيا ته اڄ هي اتفاق ... نٿي پيو ... ۽ ويچارا سپاهي به ڏاڍا همدرد آهن نه ته جيڪر اهو هيئر به ممڪن نه ٿي سگهي ها!

پر توهان جو پتا ايترو رسائي وارو آهي...... پرپا جيو

اوهه چڱو انهيءَ قسمي ڪي. اها رسائي صاحب بهادر جون جتيون ڪٽڻ جي ڪري ممڪن ٿي آهي ۽ انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪم هو نٿا ڪري سگهن ڇو ته بزدل ۽ ڪم همت آهن. ڪين پنهنجو پيٽ پيارو آهي ۽ پيٽ خاطر موڪجهم به ڪري سگهن ٿا. ڇو ته هنن جي زندگيءَ سان انهن جي پيٽ جو ڪو واسطو آهي تنهن ڪري هنن خاطر صاحبن کي چونا رامن ڪيجي!

اسان جو سرڪاري ڪامورو سخت دل، بي لحاظ ۽ بي مروت، مغرور بي غيرت ۽ بي اصول ٿي لڳو... هنن جي نظرن ۾ قوم پرستي وڏي ۾ وڏو گناهه آهي ۽ انهيءَ ڪري ته هو بي ضميرتيءَ سان انگريزن جو ڀهرايل غلاميءَ جو طوق، تبرڪ طور پنهنجي ڳچيءَ ۾ پايو، ڪنڌ اوچو ڪيو پيا هلن..

قاتل انقلابيءَ کي شايد خبر هئي ته آئون فلاڻي راءِ بهادر جو پٽ آهيان جيڪو حڪومت جو وفادار آهي ۽ انهن آڳيان سرجهڪائڻ، انهن جون جتيون ڪٽڻ ۽ انهن جون گاريون برداشت ڪرڻ پنهنجي لاءِ باعث عزت سمجهي ٿو ۽ پنهنجن غريب، ذلت ڀريل هم وطن سان هڪ لفظ ڳالهائڻ به پنهنجي بي عزتي تصور ڪري ٿو ۽ انهيءَ ڪري قاتل ريوالور منهنجي پيٽ ۾ اجهلايو ته جيئن آئون گرفتار ٿيان موتکي سزا ملي، ۽ منهنجي مفاد پرست خود غرض پتا کي خبر پوي ته انگريز سرڪار جي نظرن ۾ سندس خدمتن، وفادارين جي ڪيتري قيمت ۽ قدر آهي!

پروبچارو انقلابي پليل هو... منهنجي پيءُ نه مون سان لاتعلقيءَ
جو اعلان ڪري ڇڏيو، احساس وري ڇا جو...

جالمين ۾ خبر ڪئي نه پيئي ۾ اهو هنڌ اچي ويو جتان پريا جي
بنگلي ڏانهن رستو ويو ٿي... انهيءَ هنڌ اچي سڀ بيهي رهيا! پريا
جي دماغ ۾ طوفان آيل هو... سندس اکيون، مان لڙڪن جون قطارون وهي
رهيون هيون - جدائي جو وقت اچي ويو هو! سندس محبوب، سندس
خوابن جو شهزادو، سندس دل جي دنيا جو مالڪ کانئس جدا ٿيڻ
وارو هو. هميشه لاءِ، وري ڪڏهن به نه ملڻ لاءِ....

زندگي هڪ فاني شيءِ آهي - ڪنهن وقت به انسان موت جي
هنج ۾ وڃي سگهي ٿو، پر اهو ڇا ٿو ڏري هڪ ٻئي کان جدا ٿيڻ ۽ هاڻ
وري ڪڏهن ملاقات نه ٿيندي اهو ڪو سولو ڪم آهي. پنهنجي پيار
پنهنجي زندگيءَ کان هميشه لاءِ جدا ٿيڻ گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن انسان لاءِ
ته ممڪن نه آهي... پٿر ۽ مشين کي نه احساس ڪو نه ٿيندو، پر دل واري،
ساهه کڻندڙ انسان لاءِ اهو ناممڪن آهي.

پر هاڻ ڇا ٿي سگهيو! چترنجن جنهن راهه جو مسافر هو. اتان
هو ڪڏهن واپس نه اچڻو هو... فيصلو ٿي چڪو هو... پريا جي نازڪ
معصوم دل اهو ڪيئن برداشت ڪري سگهي ته انهيءَ سان فيصلي تي ڪو
اثر نٿي پئي سگهيو. ڪين لازمًا جدا ٿيڻو هو ۽ جدائيءَ جو درد هو
برداشت ڪرڻو هو...

پريا، چترنجن جي چهري ڏانهن نهاري رهي هئي ۽ سندس اکيون
نيرو هاڻي رهيون هيون - ڪيس سمجهه ۾ نٿي آيو ته ڪهڙيءَ ريت چترنجن
کان جدا ٿئي... هميشه لاءِ اهڙي وقت چترنجن لاءِ به خودڪشي خانو کڻ
ڏاڍو ڏکيو هو. ڪٿي هو زندگيءَ پر ساٿ نباهڻ جا قسم ۽ واعدا، محبت
۽ پيار جي چاهه ۾ زندگي گذارڻ جا خواب، زندگيءَ جي ڏکن ۽ دردن کي
گڏجي منهن ڏيڻ جا وچن ۽ هاڻ..... ڪيئن..... آخر ڪيئن - هواها

دل ڪٿان آڻي جنهن سان پريا کي الوداع چوي؟ پر نه ... جدا نه ٿيو آهي.. نه چاهيندي به جدا ٿيڻو آهي ۽ انهيءَ لاءِ ليس دل مضبوط ڪرڻي پوندي .. پنهنجن جذبن ۽ اندر جي اُڌمن کي قابو رکڻو پوندو .. ۽ پريا کي دلداري ڏيڻي پوندي.. سندس لڙڪ اگهڻا پوندا .... ۽ ليس تاڪيد ڪرڻي پوندي ته زندگيءَ کي بهادريءَ سان گذاري،

پنهنجي ڏک کي پنهنجي روح تي غالب نه اچڻ ڏئي، هڪ ڏينهن جدا نه ٿيڻو هو... پوءِ چار ڏينهن اڳ ئي سهي..

هن پريا کي چڪي ڪري پنهنجي سيني سان لاتو ۽ سندس وارن کي چميائين - پوءِ آهستي آهستي، لرزندڙ، ٿڙندڙ آواز ۾ اهو سڀ ڪجهه پريا کي چئي ڏنائين جيڪو ڪن پل اڳ سوچيو هئائين..

۽ پوءِ ...... آهستڙي ..... پريا کي خودڪان ڌار ڪرڻ چاهيائين....

پر هوءَ نه ڪيس چنبڙي پيئي....

پريا - جان من ... وقت اچي چڪو آهي .. جدائيءَ جو زهر اسانکي پيئڻو پوندو... همت ڪر جاني.....

ڪٿان آڻيان ايتري همت؟ ڪيئن تسليم ڪريان ته قسمت جي ديوتي ملڻ کان اڳ ئي اسان کي جدا ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪي آهي؟ ڪنهن جي آسري تي زنده رهندي پس؟

موت ۽ زندگي، خوشيءَ ۽ ڏک زندگيءَ جون حقيقتون آهن جاني... انهن تي ڪنهن جو به وس نٿو هلي سگهي .... دنيا جو امير ترين انسان به زندگي ۾ خوشي خريد نٿو ڪري سگهي، سو لکين ۽ آئون پنهنجو لاءِ خوشيون ڪيئن ٿا حاصل ڪري سگهون؟ اسان کي همت سان، حالتن کي منهن ڏيڻو پوندو.. ڪاتب تقدير فيصلو ڪري چڪو آهي ۽ انهيءَ کي تسليم ڪرڻ کان سواءِ ڪو به چارو نه آهي....

لوڪي نه پڳون تمام گهڻي همت ۽ حوصلو ڏنو آهي جاني، پر آئون ڪمزور آهيان - مون ۾ ايتري همت ڪونه آهي ..... ۽ اڪيلاين هيءَ جبل جيڏي

جمار ... ڪنهن جي سهاري ڪنهن جي آسري .....

چترنجن خاموش ٿي ويو ... وڌيڪ چوي به ڇا؟ خود منجهس به نه همت ۽ حوصلو ڪونه ... اوچتو، جڏهن پرڀا ڪو فيصلو ڪري ورتو ...... چيائين، پاڻ هڪٻئي جا جيون ساٿي بڻجڻ جو فيصلو ڪيو هو ..... موڪلي پنهنجو ڪري وٺ چترنجن ...... آئون پوءِ باقي زندگي توکي ياد ڪري، پنهنجي جيون ساٿيءَ کي ياد ڪري، سندس امانت جي حفاظت ۽ خدمت ڪري گذاريندس. آئون خود کي چترنجن جي امانت سمجهندس ۽ اهو منهنجي لاءِ زندگي گذارڻ جو بهانو ٿي پوندو .....

چترنجن وائڙو ٿي ويو هن کي ڦاسيءَ وسيلي موت جي حوالي ٿيڻ ڪيو ويو ۽ هيءَ بيوقوف ڇوڪري پنهنجي سڄي حياتي داءَ تي لڳائي رهي هئي! ۽ هن وقت هن حال ۾ اهو ممڪن به ڪٿي هو؟ سوهڻ پرڀا کي سمجهائيندي چيو، پنهنجي دل کي سمجهائي جاني ... جيڪي ڪجهه توهان چئي رهي آهين سوهڻ حال ۾ نه ممڪن ٿي ڪونه آهي! ٻن انسانن جي شادي ڪا گڏيءَ جي راند نه نه آهي جيڪا ائين بيٺي پير ٿي وڃي.

آئون ڪا به ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهيان .... جي ڪو پنڊت به چار اشلوڪ پڙهي اسان شاديءَ جي بندن ۾ منتقل ڪري نه ٺيڪ نه نه؟ اهي سڀ دنيا وي رسمون آهن، شادي نه ٻن دلين جي ميلاپ جو نالو آهي ... جي مرد ۽ عورت هڪٻئي کي پسند ڪن ٿا نه ڪنهن ٽئين شخص جي وچ ۾ آئڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ ڏس جاني، ڪو به عذر نه ڏئي، منهنجي هيءَ آخري خواهش پوري ڪر...... ايترو چئي هو چترنجن جي پيرن تي ڪري پئي.. هن ٽڪڙو جهڪي ڪيس چيڪي پنهنجي سيني سان لائيندي چيائين" اهو ڇا ٿي ڪرين چري؟ تنهنجو مقام نه چترنجن جي دل آهي"

۽ پوءِ هن صوبيدار ڏانهن نهاريو ... هو به انهن ٻن پيار ڪندڙن جي سموري گفتگو ٻڌي رهيا هئا ... پوليس وارن جون اکيون به نمناڪ هيون ... ها هو به انسان هئا .... شايد سٺا انسان. دل وارا انسان .. ٻن پيار ڪندڙن جي

جي جدائيءَ جو اهو منظر سندن دلين کي به رُئاري رهيو هو... ٻه ڄڻا وڳڻ
هو پريا جي محبت، سندس ايثار ۽ قربانيءَ واري فيصلي تي حيران به هئا...
اهڙا انسان به آهن هن دنيا ۾؟ پريا جهڙا — سچا، وفادار.

صوبيدار چيو" چوڪيءَ تي تمام بندوبست ٿي ويندو..

پريا چيو.. "صاحب دنياوي رسم پوري ڪرڻ جي مونکي ضرورت نه آهي.. آئون پوري هوش ۾ حواسن سان چترنجن کي پنهنجو جيون ساٿي منتخب ڪريان ٿي ... ۽ اوهين انهيءَ جا شاهد رهجو.... ايترو چئي پريا اڳتي وڌي چترنجن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ جهڪي سندس هٿ کي چمي ڏنائين ... چترنجن وري کيس پنهنجي سيني سان لڳايو. سندس اکين مان به موتي وهي پريا جي وارن تي ڪريا!! هو ڏانهن پريا ڪجهه پل به نه ٿي چاهيو! ۽ ائين هي قافلو اڳتي روانو ٿيو..

چترنجن جي اکين ۾ لڙڪ هئا، پريا لاءِ، پنهنجي جيون ساٿيءَ لاءِ، اُن ميو قرب هو.. سندس زندگيءَ جي آخري ساعتن کي پريا پنهنجي زندگيءَ جي قرباني ڏيئي جهڙي ريت خوشين جي روشنيءَ سان روشن ڪيو هو، ايثار ۽ خلوص جي گلن جي جيڪا ورکا سندس ارٿيءَ تي ڪئي هئي، تنهن احسان جي احساس سندس روح کي به پريا جي چرنن ۾ جهڪائي ڇڏيو هو. هو مرت هو.. ڪجهه نه هو... پريا زندگي هئي ... زندگي ۽ موت هميشه هڪٻئي جا دشمن رهيا آهن ... زندگي خوشين جو پيغام آڻيندڙ آهي ۽ موت هر خوشيءَ جو قاتل.... پر اڄ. زندگي، موت کي ڳلي لڳائي رهي هئي..... زندگي ۽ موت جي انهيءَ ملاپ تي سڀ حيران هئا.... زمين آسمان، پکي پکڻ ...... هر هڪ لاءِ اهو هڪ نئون تجربو هو.. انوکو ۽ نيارو.

پريا وقتي طور هر غم، ڏک ۽ رنج کي وساري ويٺي هئي. چترنجن جو هٿ سندس هٿ ۾ هو... سندس پيار.. سندس قرب... هن پنهنجي پيار کي حاصل ڪري ورتو هو....

دنيا جي هر هٿ ناٽڪ، هر سازش کي ناڪام بڻائي هو پنهنجي محبوب

جي زندگيءَ ۾ داخل ٿي چڪي هئي، جتر نجن جي اداسي زندگيءَ ۾ خوشيءَ جي هڪ روشن ذيا ٿي بڻجي، گلن جي خوشبو بڻجي، لنم جي ٿڌي چانڊ بڻجي، چنڊ جي ڪيس جهڙي روشني بڻجي.- هوءَ مسرور هئي، خوش هئي... سندس انگ انگ ۾ خوشي هئي، سندس وار وار مان جاڳيت ڪاڻي رهيو هو - پکي پکڻ، ڌرتي ۽ آڪاش، ۽ شام جي ٿڌڙي هير، سندس خوشين ۾ شريڪ هئا ڪيس مبارڪون ڏيئي رهيا هئا...

گهوٽ ۽ ڪنوار، موت ۽ زندگي، هٿ هٿ ۾ ڏيو، اڳتي وڌي رهيا هئا. تانجو پوليس چوڪي اچي ويئي - چوڪيءَ جو جيڪو صاف ستهرو ڪمرو هو سو هر ممڪن طريقي سان سينگاريو ويو... ڪمري کي معطر ڪيو ويو، گهوٽ جون هٿڪڙيون کوليون ويون ۽ کين ڪمري ۾ پهچايو ويو... ڏاڍي شوق ۽ پيار سان مانيءَ جو بندوبست ڪيو ويو ۽ عزت سان گهوٽ ڪنوار ڏانهن ماني موڪلي ويئي....

باهر، سپاهي ۽ ٻئي ۽ جنهن ٻن وٽي سو خالق ڪائنات اڳيان هٿ کنيو بيٺو هو ته ڪنهن نموني هي جوڙو دنيا جون خوشيون ڏسڻ لاءِ زنده سلامت رهي، پيار ڪندڙن لاءِ روشني بڻجي ۽ خود غرضن لاءِ سبق بڻجي زنده رهي.... ڪو معجزو پيش اچي ۽ گهوٽ ڦاسيءَ کان بچي وڃي... پر پيا جو وجود دنيا جا ڏک ۽ درد برداشت ڪرڻ کان بچي وڃي جيئي پنهنجو! جگر جيڏو وات ڦاڙيو، تيزيءَ سان ڏانهس وڌي رهيا هئا! جن جو ڪيس جتر نجن ٻچا تان مقابلو ڪرڻو هو!!

رات وهامي ويئي - جدائي جو وقت اچي ويو - ملاپ وارو حسين
خواب پورو ٿي ويو، پر ڪنهن کي خبر نه ڪن خوابن جي ياد ڳڻي ۽ انهن خوابن
کان وڌيڪ شيرين ٿي ٿي ۽ جدائي جي غم کي اهڙو بڻايو. جيئن ڪو
عاشق شربت ڦڙ ڦڙ مان آهستي آهستي پيو ڍُڪ ڀريندو ۽ دل جي
اڃ مٽائيندو......

صبح جو پڙنام ، سج جي ڪرڻن ڌرتيءَ کي چُمي پهچايو، صوبيدار
۽ سپاهي ورديون پايو ٽرڪ جي پرسان بيٺا هئا، ٽانگو به اچي ويو جنهن
تي پريا کي واپس وڃڻو هو... صوبيدار جون نگاهون انهن ٻنهي عجوبن
تي هيون .. هن پا نيوٽي جدائي جو منظر ڏاڍو دردناڪ هوندو... پر هو
ٻئي بنهه خاموش هئا - صبر جا جيئرا جاڳندا مثال ... جن پيار ڪيو آهي ، سي
سمجهي سگهن ٿا نه وصل جي رات ، محبوب جي ديدار جي شربت سان
جيڪي پنهنجي دل پُرڪري وٺن ٿا هن ، پنهنجون اکيون روشن ڪري
وٺن ٿا هن ۽ دل جون حسرتون ۽ ارمان لڙڪن وسيلي وهائي ڇڏيندا
آهن . تن جي جدائي لڙڪن ۽ لفظن سان عبارت نه هوندي هئي--
سندن دليون روئي رهيون هونديون آهن. روح هنجون هاري رهيا هوندا آهن
پر اکيون نيرن وهائينديون آهن ، زبان فرياد نه ڪندي آهي!

سپاهي سندس اها خاموشي به ڏسي نه سگهيا! شايد سمجهيائون
ٿي نه انهيءَ خاموشيءَ جي پردي ۾ ڪيترو ڏک هو ، ڪيتري اذيت هئي،
ڪيترا لڙڪ هئا. هو پنهنجو رخ مٽائي ٽرڪ ۾ چڙهي پيا ۽ نگاهون جهڪائي
ويهي رهيا... ڪن جون اکيون پنل هيون .

نيٺ سپاهيءَ جي هٿن ۾ هٿڪڙين جو ڪڙڪو ٿيو.. چترنجن ۽ پريا
پريم واديءَ ۾ جيئري جاڳندي دنيا ۾ موٽي آيا.. ٻنهي هڪٻئي جي هٿن کي
دٻايو... اکين ئي اکين ۾ آخري گفتگو ٿي ۽ چترنجن پنهنجون ڪرايون
هٿڪڙي پهرائڻ لاءِ پيش ڪري ڇڏيون .... سهڻي جو ميهار لاري ۾ سوار

ٿيو ۽ لاري رواني ٿي ويئي ... هلندڙ لاريءَ مان هٿڪڙين وارو هٿ هوا ۾ لهرائيو. ايئن جيئن ڪڙين جي وڄڻ جو آواز ٿيو پوءِ لاري پريا جي نظرن کان دور ٿي ويئي... پريا جيڪا اڄ هر وقت ٻڌل هرڻيءَ جهڙو ڏيک ڏيندي هئي تنهن جو روپ اڄ پيو منظر پيش ڪري رهيو هو.. سندس من موهيندڙ مک تي هن وقت خود اعتماديءَ جو ڏيک هو... هن دل ئي دل ۾ فيصلو ڪري ورتو هو ته هوءَ پنهنجي پريميءَ کي اڪيلي بي يار ۽ مددگار نه ڇڏيندي... پوري قوت سان هٿ پير هڻندي پوءِ ڪٿي پهچي... چوڪيءَ وارن پريا جي گهر وڃڻ لاءِ تانگو ڪرائي ورتو هو... هوءَ ترڪ جي وڃڻ پڄاڻان، تانگي ۾ سوار ٿي. پنهنجي پيءُ جي گهر ڏانهن رواني ٿي.

سندس گهر ۾ ڪهرام مچيل هو. نوجوان سهڻي ڌيءُ جي سارو ڏينهن ۽ رات گم ٿي وڃي ته ماڻهن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ پريا نه وري امير ماڻهن جي اڪيلي لاڏلي ڌي هئي، سڀڪي سڀڪي مليل هئن ۽ پيو ڪو اولاد ڪونه هئن. راءِ بهادر سندس ڳولا لاءِ هر ممڪن جتن ڪري چڪو هو.. شهر جا ڪيترائي بدنام ماڻهو انهيءَ سلسلي ۾ پڪڙيا ۽ ويا هئا ته متان ڪو ڪيس اغوا نه ڪري ويو هو... ماءُس روئي روئي ڪيئي دريا وهايا هئا.. راءِ بهادر به پريشان هو پر مرد هجڻ ناتي پنهنجي پريشاني لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.. پريا کي گم ٿئي هاڻ تقريباً پندرهن ڪلاڪ ٿي چڪا هئا.. هينئر صبح جي وقت راءِ بهادر جي وڏي بنگلي تي موت جهڙي خاموشي ڇانيل هئي... مالڪ ۽ مالڪڻ اداس هئا ته نوڪر چاڪر به اداس هئا.. سندن اداسيءَ جو سبب اهو هو جو پريا ڪنهن به نوڪر کي نوڪر ڪري نه سمجهندي هئي .... هوءَ اڪثر سندن ڪمن ۾ وڃي ٻارن سان راند ڪندي هئي ۽ نوڪرن جي ڪمن ۾ هٿ پئي ونڊائيندي هئي. نوڪرن جي ڏک درد ۾ سندن هر ممڪن مدد لاءِ ٻڌڪ جو باعث بڻيل هو... اوچتو پريا گيٽ ۾ داخل ٿي... هن تانگي واري کي گهر مان ڪجهه پئسا وٺي موٽائي ڇڏيو هو... پريا کي ايندو ڏسي گهر ۾ ڄڻ زندگيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي... ماءُس ليس ڀاڪر پائي هنجون هاريون

ٻڌي، راءِ صاحب به کيس سيني سان لائي ڇڏيائين پڇڻ لڳو ته هوءَ ايترو وقت ڪهڙي حال ۾ رهي... جيتوڻيڪ سندس ٽڪ مان صاف ظاهر ٿي رهيو هو ته ساڻس ڪا ڏاڍ سڙسي نه ٿي هئي، پر مائٽن جو دل ڪٿي مڃي.... پريا کين ٻڌايو ته هوءَ ڪالهه شام جو جڏهن بسار ڪرڻ لاءِ علائقي کان لڙهه پري پري نڪري ويئي ته سندس آڏو هڪ حادثو ٿيو ۽ انهيءَ حادثي ۾ سندس هڪ ڪليگي ساٿي به زخمي ٿي پيو هو... هوءَ گهايل ساٿيءَ جي دلجوئي ۽ تيمارداريءَ لاءِ سندس گهر هلي ويئي هئي ڇو ته ڪنهن به ڏکويل انسان جي دلجوئي ڪرڻ ئي سندس ايمان ۽ مذهب هو.... مائٽن جي ذهنن ۾ نه ڪئي وسوسا موجود هئا، پر پريا اهڙي قسم جي ڪا به ڳالهه نه ڪئي... ۽ ڇاڪاڻ ته هوءَ بالڪل خوش ۽ پراعتماد نظر اچي رهي هئي تنهن ڪري مائٽن کي به پنهنجو پاڻ کي آٿت ڏيڻي پيئي ته سندن ڌيءَ جي عزت محفوظ هئي.... ظاهر آهي ته جي ڪنهن به ڇوڪريءَ جي عزت سان هٿ چراند ڪئي وڃي ته هوءَ خوشي ۽ مطمئن نٿي نظر اچي سگهي..

پريا ظاهري ته خوشي ظاهر ڪري رهي هئي پر سندس اندر ۾ آنند مانڻ هئي پيار ۽ وصل جي شراب جو جيڪو ذائقو آهي، سو دل ۽ دماغ کي وسري نٿو سگهي، مٿان وري هن جهڙيءَ ريت پنهنجو ڪنول جي گل جهڙو، نازڪ ۽ پريل پريل سڳنڌ پرليو جسم چترنجن کي ارپڻ ڪيو هو ۽ ان ميلاپ ۾ پنهنجو پاڻ کي ڪنهن جي حوالي ڪرڻ جي احساس کيس جيڪو سرور بخشيو هو سو ته وسرڻ جهڙو ئي نه هو... سندس وجود جو انگ انگ، نس نس ۽ ذرو ذرو انهيءَ دلفريب احساس ۾ مست هو. چترنجن جي پيار ڀري مدهوش ڪندڙ خوشبوءِ هاڻ سندس جسم جو حصو هئي، اهي سڀ احساس کيس پريشان ڪرڻ لاءِ ڪافي هئا.. چاهيندو پيار ڪندڙ چترنجن جنهن جي هٿن جي ڇهاءُ ۾ الائي ته ڪهڙي خاصيت هئي جو پريا جو سمورو وجود ڪنهن مست ڪندڙ ساز وانگر هو سُر ڇيڙڻ لڳو هو، جنهن جي چپن جي رس کيس مدهوش ڪري

چڙيو هو جنهن جي ڪشادي ڇاتيءَ کيس تحفظ جو احساس بخشيو هو، اهين، بي وسيءَ جي عالم ۾ هن دنيا مان روانو ٿي ويندو هن کي پنهنجي فيصلي تي پڇتاءُ ڪونه هو، هن سمجهيو هوندو ته هوءَ چترنجن کي هڪ اهڙي خوشي بخشي رهي هئي جو دنيا مان وڃڻ وقت چترنجن جي دل ۾ اهو خيال نه رهي ته سندس دل جي ڪا به حسرت، ڪو به ارمان پورو نه ٿي سگهيو... ۽ هوءَ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب به ٿي، پر هن اهو ڪونه سوچيو هوندو ته چترنجن کي خوشي ڏيندي ڏيندي خود کيس اهڙو درد ملي ويندو جيڪو باقي زندگي کيس تڙپائيندو رهندو. چترنجن جي پيار ۾ جيڪا سچائي هئي ۽ سندس ملاپ ۾ جيڪو خلوص هو تنهن جو احساس نه زندگي پريا جي دل مان نه نڪرندو هو. اهي ڳالهيون اهڙيون هيون جيڪي کيس وياڪل بڻائي رهيون هيون... ۽ سندس اها وياڪلتا گهر وارن کان به لڪي نه رهي سگهي.... سانئڻ به ڏينهن ماڳهين اهو تماشو ڏسندي رهي ....اڳي پريا ڪتابن جو مطالعو ڪندي هئي، چپر ۾ پسار ڪندي هئي، ٻارن سان ڳالهيون ڪندي هئي، نوڪرن سان ڪل ڪوڪ ڪندي هئي، پر هينئر اهي سڀ عادتون ڄڻ ته موڪلائي ويون هيون، هر وقت خيالن ۽ سوچن ۾ گم هوندي هئي.... هڪ ڏينهن شام جي وقت هوءَ چپر جي ڪناري پيل بينچ تي ويٺي هئي ته ماڻس به اچي سندس پرڀرو ويٺي، ايتري ۾ راءِ بهادر صاحب جي موٽر به بنگلي ۾ داخل ٿي، زال ۽ ڌيءَ کي چپر ۾ ويٺل ڏسي هو به اوڏانهن لنگهي آيو. اڃان خوش خير عافيت پڇي ڪيائون ته راءِ بهادر صاحب پنهنجو وجود ٿابڙندو محسوس ڪيو سمجهي نه سگهيو ته ڇا ٿيو... سامهون ڏٺائين ته سندس گهر واري ۽ پريا به بينچ تان هيٺ ڪري پيون.... ايتري ۾ بنگلي جي هڪڙي پٽ اچي پٽ پيئي... هاڻ ته ڳالهه ڳالهه ٿي پيئي.... ڌرتي لڏي رهي هئي. چئني طرفن کان ديهه ۽ هراس ۾ ورتل انسانن جون رڙيون ٻڌڻ ۾ اچي رهيون هيون... ماڻهو رام، ڀڳوان ۽ خدا کي مدد لاءِ پڪاري رهيا هئا.

ڪنهن پنهنجي پٽ کي ئي سڏ ڪيو نه ڪنهن پاڻ کي .... راءِ بهادر
جن جي بنگلي جو گھڻو حصو زمين سان ڀاڪرين پئجي چڪو هو، پر پاسي
وارليون عمارتون به بي وجود ٿي ويون ... هر طرف هاهاڪار مچيل هئي .....
لوڏا صرف چند سيڪنڊن لاءِ محسوس ڪيا ويا پر ڇهن طرفن تباهيءَ ۽
بربادي جا لازوال داستان ڇڏي ويا .... سڄو شهر کنڊر بڻجي ويو، رستا
اکري ويا، جايون ڊهي پيون، ڪيترن هنڌن تي پاڻي نڪري آيو..... هي
ٽيئي پاڻي جيئن ته ڇپر ۾ ويٺل هئا تنهن ڪري زخمي ٿيڻ کان بچي
ويا. لوڏا بند ٿيا ته پريا کي گهر جا نوڪر ياد آيا ... ڊوڙي اوڏانهن
ويئي ته خبر پيس ته پوڙهو وفادار بورچي دٻجي ويو هو.... ٻه نوڪر
سرونٽ ۾ ڪاٺيون هٽائي کيس ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا....
پريا به انهن سان شامل ٿي ويئي. جلد ئي بورچيءَ کي سرونٽ ۾
سيخن هيٺان ڪڍيو ويو... اتفاق سان هو به زخمي ٿيڻ کان بچي ويو
هو جو هڪ لوهي ڪاٽر اهڙي نموني ڪريو جو پوڙهي لاءِ ڍال بڻجي
ويو. پريا نوڪرائيءَ کان سندس ٻارن متعلق پڇيو، جنهن کيس
ٻڌايو ته، ڊڄي ته اسين به ويا هئاسون پر اسان جي ڪکائين جهگيءَ جا
ڪک پن ويچارا اسان سان مانوس ٿي چڪا آهن تن اسان کي ڪو به
نقصان نه رسايو.... رات راءِ بهادر جي فيمليءَ کي موٽر ۾ گذارڻي پيئي.
جيڪا ڪلٽي ۾ هجڻ ڪري نقصان کان بچي ويئي هئي .... پر صبح، پريا
لاءِ موت جي خوشبو کڻي آئي ...... خبر پيئي ته زلزلي جا لوڏا پر پاسي
وارن سڀني شهرن ۾ محسوس ڪيا ويا هئا ۽ سڀ شهر ۽ ڳوٺ خاص ڪري
مظفر پور جو نالو نشان به ڌرتيءَ جي گولي تان ميسارجي چڪو هو.... ماڻهن
ٻڌايو ته وڏي جيل به تباهه ٿي چڪي هئي ۽ جيل ۾ موجود سمورا قيدي
مري ويا هئا يا جيڪي قسمت سان بچيا سي ڀڄي ويا هئا.... پريا جي حالت
اهڙي هئي .... کاڌ پيٽ حرام ٿي ويو. اکين مان ننڊ موڪلائي ويئي.
چين جو رس سڪي ويو جوانيءَ جو ست ڦٽي ويو.... ڪير سمجهي نه

سگهيو ته ڪيس ڪهڙو ڏک هو. حال اوري به نه ڪنهن سان؟ ڪنهن کي ٻڌائي ها ته سندس زندگي، سندس پيار سندس جان جي ڄاڻ ڪسجي چڪو هو.... ٿيڻو ته ائين هو... پر ڇا جان پريا کي اميد ئي نه هئي ته هو وڏي ڪورٽ ۾ چترنجن جي سزا کي چيلينج ڪندي ملڪ جي ڪنهن قابل ۽ هوشيار وڪيل کي چترنجن جي زندگي جي دفاع لاءِ مقرر ڪندي، پر قدرت ائين ڪندي، ائين ته هن سوچيو به نه هو....

ٻن ڏينهن کان پوءِ رستن کي آمدرفت لائق بڻايو ويو ته پريا مظفرپور پهچي وئي. گهرن ۾ آخين جي ڪنبرن مان زخمين ۽ لاشن ڪڍڻ جو ڪم اڃا جاري هو... جيل جي عمارت مڪمل طور تي تباهه ٿي هئي.... پريا ڪيمپ ۾ وڃي لاشن جا چهرا ڏٺا.... چترنجن جو چهرو ڪيس انهن ۾ نظر نه آيو. دل ئي دل ۾ هو خوش ٿي ته شايد قدرت اهڙيءَ ريت هڪ بيگناهه کي سزا کان بچائي ورتو آهي... پر جڏهن سڃي ويلن جي نالن جي فهرست ظاهر ڪئي وئي ته انهن ۾ چترنجن جو نالو به موجود هو....

پريا کي انهيءَ فهرست تي اعتبار نه ٿي آيو. هن هڪ هڪ لاش کي ڇتائي ڏٺو هو... پر ائين به نه ٿي سگهيو ٿي ته چترنجن کي اهڙا زخم رسيا هجن جن سندس صورت ئي بدلائي ڇڏي هجي ۽ پريا ڪيس سڃاڻي ئي نه سگهي هجي؟ ممڪن آهي جيل جون فهرستون سندن ڳچي ۾ پيل نمبرن جي آڌار تي ٺاهيون ويون هيون انهيءَ ڪري غلطيءَ جو امڪان بنهه گهٽ هو....

پريا پنهنجي پريميءَ ظالم قانون سان جنگ جوٽڻ جي تيارين ۾ هئي پر قدرت ڪيس اهو موقعو نه مهيا ڪيو... زلزلي ڪنهن جو گهر تباهه ڪيو، ڪنهن جو ڪاروبار، ڪنهن جو پيار ڪسجي ويو ڪنهن جو پيءُ، ڪنهن جي پيءُ ته ڪنهن جي ماءُ، پر پريا جهڙن کي، ٻارڙا ته زندهه بچي

ويٺي پر سندس روح دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو، سندس زندگي، سندس پريتم، هاڻ هن دنيا ۾ نه هو..... سڀ آسون اميدون ختم ٿي ويون..... پر ڀلا ڇو نه؟ دنيا انڌاري ٿي ويئي، پر ڀا هاڻ بيواه

ڪاليج جون موڪلون ختم ٿي چڪيون هيون.. ڪمري ۾ انهن ڏينهن ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون تعليم جو سلسلو جاري رکڻ لاءِ موٽي آيا. نوان شاگرد به آيا پئي... پر پريا ڪاليج نه ويئي چترنجن جي جدائيءَ جو زخم اڃان تازو هو، سندس ذهني ڪيفيت اهڙي نه هئي جو هوءَ تعليم جاري رکي سگهي ها... انهيءَ ڪري هن بهتر ڄاتو ته ڪاليج نه وڃي...

مائٽ سندس انهيءَ فيصلي تي ناراض ٿيا، کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي پر پريا جي من ڪري هو خاموش ٿي ويا.. سندس ڪاليج جي ساهيڙين کيس پنهنجو فيصلو مٽائڻ لاءِ تمام گهڻو چيو پر هن نه مڃيو. زلزلي کان تباهه ٿيل شهرن ۾ ڪاروبار وري شروع ٿي چڪو هو، نيون عمارتون ٺهي رهيون هيون، نوان ڪاروبار کلي رهيا هئا.... شهر ۾ شاديون به ٿي رهيون هيون... انسان ڏاڍو آهي ڇوته، زلزلي جي رسايل ڏکن ۽ تڪليفن کي وساري شهر جا انسان خوشيون به ملهائي رهيا هئا ته کلي به رهيا هئا، فقط پريا اهڙي شخصيت هئي جيڪا اداس هئي، جنهن جا چپ مرڪ لاءِ سِڪي ويا هئا. جنهن جا مائٽ سندس من موهيندڙ کل ٻڌڻ لاءِ منتظر هئا. پر هن ته ڄڻ ڪجهه به ڪونه هو.. نه مرڪ نه کل... نه خوشي... بس اداسي ۽ ڏک جا پاڇولا هر وقت سندس وجود کي وڪوڙيل نظر ايندا هئا. سڀ حيران هئا ته آخر کيس ڇا ٿيو آهي! ايتري خبر ته گهر وارن کي پئجي ويئي هئي ته سندس ڪاليج جو ساٿي چترنجن، زلزلي ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو هو.. پر ڪنهن اسڪول جي ساٿيءَ لاءِ ايترو ڏک ؟؟

مائرون پنهنجن جوان پٽن جو غم به دل ۾ لڪائي دنياداريءَ خاطر کل خوشيءَ ۾ شريڪ ٿينديون آهن، هي ڪهڙو منتر هو جو پريا صفا دنيا تياڳيو ويٺي هئي؟؟.

ڊاڪٽرن سان صلاح ڪئي ويئي، ڏاهن ۽ بزرگن کان راءِ ورتي ويئي، جن سڀني اها صلاح ڏني ته چترنجن جي بي وقت موت شايد پريا جي

دل ۽ دماغ تي گهڻو اثر ڇڏيو آهي، انهيءَ ڪري بهتر آهي ته سندس شادي ڪٿي وڃي جنهن جي ڪري هو نئين ماحول ۾ نئين زندگيءَ ۾ داخل ٿيندي ۾ ممڪن آهي ته اهڙيءَ ريت سندس اداسي به دور ٿي وڃي...

ماٽن ته اهو به ڪرڻ لاءِ تيار هئا، پر مسئلو هي هو ته پريا پڙهيل لکيل ۽ سمجهدار ڇوڪري هئي، تنهن جي شادي سندس بنا پڇڻ جي ڪري نٿي سگهيا..... سو هڪڙي ڏينهن وجهه ڏسي ماٺس اها ڳالهه اچي ڇوري، جڏهن هوءَ بنگلي جي ڇپرتي موٽي ۾ گلاب جي ٻارين پرسان ويٺي هئي..

پُٽڙي... ڪاليج وڃڻ به ڇڏي ڏنو ... ڪيڏانهن ٻاهر به گهمڻ ڦرڻ نٿي وڃين ... ائين پلا هيءَ جيل جيڏي زندگي ڪيئن گذرندي؟

پريا ورائيو.. ممي، آءٌ ائين ئي ٺيڪ ٿي محسوس ڪريان. هي گل منهنجا ساٿي آهن، انهن سان ، پنهنجي دل جو حال اوري ڏينهن لاهي ڇڏيندي آهيان - ائين ئي سموري زندگيءَ گذري ويندي...

اها تنهنجي بيوقوفي آهي ڌيءُ، ائين وقت نه گذري سگهندو.... اسان جو به ته سوچ تون ئي اسان جو پٽ آهين. تون ئي اسان جي ڌيءُ... اڃان نه اسان تنهنجي ڪا به خوشي ڪونه ڏٺي آهي ۽ تون آهين جيڪا جانيءَ ۾ ئي الائي ڪهڙو ڏک دل ۾ سانڍي ويٺي رهي آهين.... اسان جو به ته تو تي حق آهي .... تنهنجو پيءُ به پريشان آهي.....

پريا ورائيو.. منهنجي خوشيءَ جو ته خيال نه ڪريو ممي.... خوشي لفظ آءٌ ٻڌڻ به نٿي چاهيان - باقي توهانجي خوشي لاءِ جي آءٌ ڪجهه ڪري سگهان ته ضرور ڪندس..

• ڊاڪٽرن به صلاح ڏني آهي ۽ تنهنجي پتا جي به مرضي آهي ته تنهنجا هٿ پيلا ڪري ڇڏيون ... جيئن ته اڃان اسان کي ڪا جلدي ڪونه آهي پر تنهنجي اداسي به اسين نٿا ڏسي سگهون..

اهو ٻڌي پريا نگاهون کڻي هيٺ ڪيون ۽ هڪ سرد آهه سندس چپن مان نڪتي ماڻس گفتگو جاري رکندي چيو: توهان پراڻي زماني جي استري نه آهيو ڪونجيڪا شادي جي مسئلي تي ڳالهائي نه سگهي...... توهانجي پتا به نٿي چوڪرا به ڏنا آهن پر اسين توهانجي مرضيءَ کان سواءِ ڪجهه به نٿا ڪرڻ چاهيون:..

پريا اکيون کڻي ماءُ ڏانهن نهاريو- سندس اکين ۾ لڙڪ هئا.. لڙڪ ڏسي ماڻس بيقرار ٿي ويئي -ڌيءُ کي ڳراٽڙي پائيندي چيائين "اهو ڇا منهنجي منڙي ؟-

ڏک اٿم ممي جو اوهان جي اها خواهش پوري نه ٿي سگهندي.... پريا جواب ڏنو. ڇونه؟ ڌيئر پرايو ڌن هونديون آهن، اهڙيون ڳالهيون نه سوچ ... جي توهان اسان جي پسند تي شادي نٿي ڪرڻ چاهين ته اسين توهانجي من پسند هنڌ توهانجي شادي ڪرائينداسون...

نه، اها ڳالهه نه آهي ممي.. دراصل آئون بيواهه ٿي چڪي آهيان... پريا لڙڪ اگهندي جواب ڏنو.. جواب ٻڌي ڄاڻ ته ڇرڪ کيائين... ڇاڪاڻ ته سندس آواز ۾ پختگي هئي ۽ انهيءَ عزم جو اظهار ٿي رهيو جنهن عزم تحت هن چترنجن سان شادي ڪئي هئي.... سندس ماءُ هڪ لحظي لاءِ سن ٿي وئي، ڪنن تي اعتبار ٿي نه پيو ايس ته پريا ڇا چئي ويئي -ڪجهه نه سمجهندي وري پڇيائين - "مون سمجهيو ڪونه تو ڇا چيو ڌيءُ.....

"مون اهوئي چيو آهي جيڪو توهان ٻڌو آهي ممي... سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو:

"اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ نه ڪا رسم ٿي، نه توهان گهوٽ گهر وٺي نه ويا... رسمن رسمن جي ضرورت مون محسوس نه ڪئي هئي، چترنجن سان منهنجي شادي ٿي هئي جيڪو زلزلي ۾ منهنجو ساٿ ڇڏي ويو، اهڙيءَ ريت هاڻي آئون بيواهه آهيان ۽ ٻي شادي نٿي ڪري سگهان.

• ڪڏهن ٿي هئي اها شادي؟

انهيءَ رات جڏهن آئون گهران ٻاهر رهي هئس.....

تنهنجي دماغ تي شايد گهڻو اثر ٿي ويو آهي- ڇو ڙي، ائين به ڪڏهن شادي ٿيندي آهي؟

شادي ڪو گُڏي گُڏيءَ جي راند آهي جا ائين هڪ رات ۾ ٿي ويندي؟

" ائين آهي ممي... اهي ريتون رسمون اسان دنياوارن جون ايجاد ڪيل آهن... مذهبي ڪتابن ۾ ريتن رسمن متعلق ڪجهه به ڪيل نه آهي ....شادي ٻن دلين جي سٻنڌ جو نالو آهي ۽ ٻن پريمين جي ملاپ لاءِ ڪنهن به پنڊت يا پروهت جي سرٽيفڪيٽ جي ضرورت نه هوندي آهي..

" اهو ته ڪلهي آئون سچيان به نه ٿي چترنجن سان مڱڻو ڪيو هجي، باقي شاديءَ واري ڳالهه آئون نٿي مڃي سگهان .... باقي مڱڻي جي سڙڻ کان پوءِ وڏوا (ريولڊ) واري زندگي گذارڻ چريائپ نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ موکي هاڻ گهڻو پريشان نه ڪر ڏي.....

" موکي افسوس آهي ممي جو توهان کي ٻڌائڻ کان سواءِ مون ايڏو اهم قدم کنيو... پر هاڻ ٿيڻو هو سو ٿي ويو- ڏاڍو ڪيس ٿئين نٿو ٻڌي سگهي... آئون چترنجن جي ٻار جي ماءُ ٻڻجڻ واري آهيان. پريا اعتماد سان جواب ڏنو- ايڏو وڏو انڪشاف ڪندي سندس دل کي ذرو به جهٽڪو نه آيو پر سندس ماءُ جي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي ... پريا جي شادي ته هڪ ناقابل يقين ڪهاڻي هئي جنهن تي پوڙهي ماءُ اعتبار ڪري ئي نٿي سگهي، پر ڪنهن سان هڪ رات اڪيلي ڪمري ۾ گهارڻ ۽ سندس ٻار کي پنهنجي وجود ۾ سانڍڻ ته هن دنيا ۾ مها پاپ هو... نه ڇا ڏي ايڏو وڏو پاپ ڪري چڪي هئي؟ ڇا هن پوڙهيءَ ۾ سندن عزت ۽ ناموس تي ڪارنهن جو ٽڪو لڳائي ڇڏيو هو؟

اهو تون ڇا پيئي چوين پريا؟ ماءُ کي ڳالهائڻ کان اڳ سوچڻ گهرجي...

چا واقعي لوڪ اسان جي عزت ۽ ناموس نيلام ڪري آيا آهن؟ منهنجي
ته دل ٻڏي رهي آهي، اهو لڳو چا ڪيو ڏي؟؟ ماڻس جو آواز روئڻهارڪو
ٿي ويو... سندس منهن تي چڻ هيبت هارجي ويئي، هٿ پير ٿري ويس...
پريا ٽڪ ڏيئي ڪيس ان رهڻ واري ڪمري ۾ وٺي آئي.. ڪيس پلنگ
تي ليٽائي سندس هٿن جون ترين مهٽڻ لڳي جيئن رت جو دورو
شروع ٿئي..... ماڻس ڪجهه سامت ۾ آئي ته پريا چوڻ شروع ڪيو:
"مون ڪنهنجي به عزت نيلام نه ڪئي آهي.... چترنجن سان مونکي
پيار آهي... قسمت هن سان اهڙو مذاق ڪيو جو اسان کي پڪ ٿي
ويئي ته هو بچي نه سگهندو..... اسانجو پيار بالڪل پاڪ ۽ پوتر هو
۽ سچي زندگي هڪ ٻئي سان گڏ گذارڻ جو عهد ڪيو هو پر چترنجن
کي زوريءَ مون کان جدا ڪيو ويو... سوانهيءَ رات اسان ڀڳوان
کي حاضر ناضر جاڻي، ڀڳوان کي شاهد بڻائي پيار جي اها آخري
منزل به سر ڪري ورتي... تو هان شاديءَ انهيءَ کي ٿا چئو نه جنهن
۾ ڪو پنڊت به اشلوڪ پڙهي شاديءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏئي.... پر
منهنجو من مطمئن آهي ته مون ڪو پاپ نه ڪيو آهي.. منهنجي
شاديءَ جو شاهد ڀڳوان آهي ۽ ڀڳوان کان وڏيڪ سچو ٻيو ڪير آهي....؟
"۽ پيلا هيءُ ٻار واري ڳالهه؟ ماڻس جهيڻي آواز ۾ پڇيو..
"اها به سچي ڳالهه آهي.... اسان شاديءَ واري رات هڪ اڪيلي ڪمري ۾
گذاري هئي سهي... مون چاهيو ٿي ته چترنجن جي دل ۾ ڪا به خواهش پوري
ٿيڻ بنا رهجي نه وڃي... ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ هاڻ سندس
امانت منهنجي وجود ۾ پرورش پئي وٺي..
پريا جو ايترو چوڻ ۽ لوڙهي وري ڏند ڪُڙجي ويئي.... هوءَ اڃان
ڪيس هوش ۾ آڻڻ لاءِ جتن ڪري رهي هئي ته ايتري ۾ راڄ بهادر
به اچي پهتو - ڏال کي بيهوش ڏسي هو به پريا جي مدد ڪرڻ لڳو ۽
گڏوگڏ پڇيا ٿين به ته " ڇا ٿيو تنهنجي ممي کي؟.

"مون سان ڳالهيون پئي ڪيائين ته اوچتو بيهوش ٿي ويئي...
توهان ڪهڙي موضوع تي، پئي ڳالهايو؟-
اهو سڀ ڪجهه مون کي پاڻ توهان کي ٻڌائيندي- في الحال ته
آئون هوش ۾ آڻڻ لاءِ ڪنهن ڊاڪٽر کي گهرايو......

ٻئي ڏينهن راءِ بهادر کي سچي ڳالهه جي خبر پيئي. پريا جي ماءُ نه حقيقت کان واقف ٿي بيهوش ٿي ويئي هئي، پر راءِ بهادر تي ڪاوڙ ٿي وئي. ڀڳوان کيس اولاد جي ناليءَ ۾ هڪ ئي ڌيءَ ڏني ۽ اڄ ان ڌيءَ کيس ڇا ڏنو؟. ڌيئر، مائٽن کي ڏک نه ڏينديون آهن ۽ ڌيئرون هوساهري گهر روانيون ٿينديون آهن، پر انهيءَ ڏک ۾ بيعزتيءَ جي ملاوٽ نه ڪونه هوندي آهي. ڪارڻهن جو تڪو نه ڪونه هوندو آهي، مائٽ اهو نه ڪونه چاهيندا آهن ته ۲ ڳالهات ڪري بيعزتيءَ کان خود کي بچائين. پريا، پنهنجي پريم نه ڪو غلط ڪم نه ڪيو هو. پر دنيا نه پرياواري سوچ نٿي رکي. دنيا نه پريا جي پيٽ ۾ پرورش وٺندڙ ٻار کي حرامي ٿي سمجهي ها. ۽ جنهن پيءُ جي ڌيءَ تي اهڙو الزام لڳي ته تنهن لاءِ پوءِ دنيا ۾ جيئڻ جو باقي ڪجهه سبب رهيو.

هوڙ انهن پريا کي ڪا پشيماني نه هئي... هن اڳ ڪڏهن جواني ۾ شباب جي خواهش ۽ اُڀيان سيئن نه لوائيو هو. اهو ته ٿي عرصو آڳ ۾ ساڻس گڏ هوندو هو پر تڏهن انهي جي ذهن ۾ ڪڏهن جسماني ملاپ جو خيال نه آيو هو.. هو ٻئي پاڪ ۽ پوتر خيالن جا امين هئا ٻئي روحاني سنبندن ٿي خوش هئا ۽ پنهنجي دنيا ۾ مگن هئا .... ۽ ساڳ اهڙي ڪا ڳالهه نه ٿي هئي جو جي پريا چترنجن معرفت پنهنجي جسماني ملاپ واري خواهش پوري نه ڪري ها ته سندس اها خواهش ڪڏهن به پوري نه ٿي سگهي ها. هو جوان هئي، سهڻي هئي، سندس جسم ڀرپور هو، شهر جا نوجوان کيس پنهنجو جيون ساٿي بنائڻ ۾ فخر محسوس ڪري ها پر هن صرف پنهنجي ٻنڪ دل محبوب کي زندگي. ٻي اها آتما خوشي به سندس حياتيءَ ۾ بخشي ٿي چاهي جنهن لاءِ هن عمر ۾ پيار ڪيو هو. هن پنهنجي پيار کي سچو ٿي ثابت ڪرڻ چاهيو ۽ پنهنجي انهي دعويٰ

ڪي پريمين جي دفترن ۾ امر ٿي بڻائڻ چاهيا ٿين ته آئون سڄي زندگي
چترنجن سان وفادار رهندس، چترنجن جي ٿي رهندس. چترنجن نه، ته ڪير
به نه. چترنجن کي اها خوشي بخشڻ لاءِ هن جڏهن پنهنجو پاڻ کي باهه جي الن ۾
ڏڪي ڇڏيو هو.... هڪ ته سندن انهيءَ مقدس بندن جو ڀڳوان کان سواءِ ٻيو ڪير
شاهد نه هو، ڀڳوان جو نالو وٺندڙ هن دنيا جا واسي انهيءَ شاهدي تي
اعتبار ڪونه ڪن ها جنهن جو نتيجو پريا لاءِ دردر جي ٺوڪرن جي صورت
۾ نڪري ها ۽ ٻيو وري جسم جي خواهشن کان پيڇو ڇڏائڻ ... اهو جسم،
جنهن ڪڏهن جنس مخالف جي هٿ جا ڇهاءُ به محسوس نه ڪيو هو تنهن
انساني زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي لذت ائين اوچتو حاصل ڪري ورتي ۽ هاڻ
اڳيان وري سڄي زندگي جسم جي انهيءَ خواهش جو گلو گهٽڻو هو جيڪو
ناممڪن نه ته به تمام ڏکيو ضرور هو... پريا جو ته خيال هي هو ته منهنجي
عمل جي ڪري ڪنهن به انسان جي ذات کي ڪا تڪليف نه پهتي آهي.،
مون جيڪي ڪيو آهي، پنهنجي لاءِ ڪيو آهي، ڇڱو يا برو، انهيءَ لاءِ آئون
ڪنهن کي جوابده نه آهيان، نه مون اڳ ڪنهن کي ڏکويو هو نه هاڻ ائين
ڪندس، پوءِ آخر مون کي ڇو لوڪ پريشان ڪيو وڃي؟ دنيا ڪيڏي نه ظالم
آهي - پريا سوچيو... جي اڄ چترنجن حيات هجي ها ۽ هوءَ ماڻهن اڳيان
انهيءَ خواهش جو اظهار ڪري ها ته سندس شادي چترنجن سان ٿئي ته
ڪرهو ڪلني ۽ خوش ٿين ها، فخر سان اهو ڪم ڪرائين ها ۽ جي اتفاق
سان شادي کان ٻه ڏينهن پوءِ چترنجن ڪنهن ڪوڙ ڪيس ۾ ڦاسايو وڃي
ها ته راءِ بهادر ڪيس بچائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪري ها ۽ جي ڪيس نه بچائي
سگهي ها ته پريا جي خوشيءَ لاءِ دنيا جهان جون خوشيون اچي گڏ ڪري ڏئي ها
۽ انهيءَ عالم ۾ پريا پنهنجي وجود مان جنم وٺندڙ ڌمڪ ٿين وجود جو ذڪر
ڪري ها ته جيڪي هو ڏاڍا خوش ٿين ها ... پر هن وقت؟؟ ڪهڙي ڪمي
رهجي ويئي جو هو ناراض هئا؟ مون ڪنهن پنڊت جا ٻه چار ٻول ۽ دنيا وارن
جي شاهدي.... ڀڳوان، دنيا وارن کي شاهد جي حيثيت ۾ قبول نه هو....

۽ هڪ اهڙي معصوم ۽ پاڪ دامن هستيءَ کي گناهگار ۽ جسماني خواهشن جو غلام پڻ سمجهيو ويو جنهن جي دل ۾ جسماني خواهشن ڪڏهن جنم ئي نه ورتو هو....

راءِ بهادر هفتوڪن ڪاوڙ ۾ ڪڙڪندو رهيو... نه هن پرِيا سان ڪا ڳالهه مهاڙ ڪئي نه وري پرِيا سندس سامهون آئي هئي... نيٺ راءِ بهادر صاحب جو ذهن جڏهن ڪجهه سوچڻ جي قابل ٿيو ته هن انهيءَ صورتحال جو حل اهو ڪڍيو ته ابنڙ موڪلن ۽ هو گهمڻ خاطر فيمليءَ سان بمبئي هليو وڃي جتي ڪير به ڪين سڃاڻي ۽ سندس حيثيت ڄاڻي نه سگهن، ۽ اتي ڪنهن قابل ۽ هوشيار ڊاڪٽر جي مدد حاصل ڪري پرِيا جي وجود کي انهيءَ ناپاڪ ۽ حرام وجود کان پاڪ ڪرائجي جنهن جي آمد سندن لاءِ موت جو پيغام ثابت ٿيڻي هئي... پر جڏهن پرِيا کي سندس ماءُ کان انهيءَ پروگرام جي خبر پيئي ته هن صفا انڪار ڪري ڇڏيو.

* مون ڪو گناهه نه ڪيو آهي جو اهو قدم کڻجي - اها معصوم هستي منهنجي پريمي جيون ساٿيءَ جي نشاني آهي جنهن جي حفاظت مون تي فرض آهي.... جي آئون جيئري رهيس ته اهو وجود به جيئرو رهندو، باقي جي موتکي زنده نه رهڻ ڏيندا ته اسين ٻئي هن دنيا کي کي خدا حافظ چئي ويندا سون...

پر ڌيءَ، اسين دنيا کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندا سين؟ تنهنجي پيءُ جي ڪيڏي نه عزت آهي، سڀ خاڪ ۾ ملي ويندي... اسين جيئري ئي مري وينداسين!!

ڪجهه ڪونه ٿيندو ممي... بس منهنجي سچائيءَ تي اعتبار ڪريو... ڇا اوهين پنهنجي پياري ڌيءُ جي اهڙي ڳالهه تي به اعتبار نٿا ڪري سگهو ته مون ڪو گناهه ڪونه ڪيو آهي، آئون خواهشن جي غلبي تحت اهو قدم ڪونه کڻي ويٺي آهيان... خواهشن اڳيان جسمڪي هڪجان هئا ته جيڪر سڄي عمر لاءِ بيواهه بڻجي رهڻ قبول نه ڪريان ها... يقين ڪريو ممي، آئون

بالڪل بي گناهه ۽ پاڪ آهيان .....

مونکي اعتبار آهي ڌيءُ..... پر دنيا نه ڪونه اعتبار ڪندي....

دنيا کي چڱيءَ ڏٺو ممي... پاڻ دنيا وارن سان گڏ نه رهنداسين، توهان جو به مونکان سواءِ دنيا ۾ ٻيو ڪير به نه آهي ۽ منهنجو به توهان کان سواءِ ٻيو ڪير نه آهي، هونئن ڌيئر، مائٽن کي اڪيلو ڇڏي ساهري گهر هليون وينديون آهن، آئون توهان سان گڏ رهندي بس.... ڪنهن ٻئي علائقي ۾ هلي آباديءَ کان پري ڪنهن سرسبز ڪنڊ ۾، دنيا کان ڌار پاڻ ٻئي جيئو پنهنجي ڌار دنيا آباد ڪنداسين ۽ اينڌڙ پياتي جي آڌرياءُ جي تياري ڪنداسين....

پريا جي ماءُ، ڌيءُ جو ايترين مٿن تي سندس همٿ وابستي رهي هئي... سندس دل ۾ ڌيءُ جي محبت جاڳي رهي هئي... سندس دل کي يقين ٿي رهيو هو ته پريا جيڪي ڪجهه چيو پئي سو سچ هو... هن واقعي ڪو ڏوهه نه ڪيو هوءِ کيس دنيا جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏڻ نه گهربو هو. پريا کي پيار جي ضرورت هئي ۽ هن چاهيو ٿي ته پريا کي آڻي وڏي سيني سان لڳائي نه ايتري ۾ راءِ بهادر جو ڪاوڙ سان ڀريو آواز سندس محبت جي محل کي تباهه ڪري ويو... هن چيو مون سڀ ڪجهه ٻڌي ورتو آهي......

شرم وچان آئون نه ٻڏي پيو لڙ سران... مون کان اهڙي بي عزتيءَ واري زندگي ڪونه بسر ٿيندي.... پريا چيو "اطمينان رکو بابا سائين.... توهان جي ناموس جو ڀرم قائم رهندو، توهان جي عزت تي ڪو حرف نه ايندو... اهو منهنجو واعدو آهي...

"هونئن... توکي نه جيڪي ڪرڻو هو سو ڪيئي... هاڻ وڌيڪ ٻيو ڇا ڪندينءَ...؟" اهو توهان کي انداز ٿي ويندو بابا... توهان اڃان پنهنجي ڌيءُ کي سمجهي نه سگهيا آهيو... مون جيڪي ڪجهه به ڪيو آهي تنهن جي جزا يا سزا آئون اڪيلي سر ڀوڳي وٺندس... جي توهان منهنجو ساٿ نٿا ڏيئي سگهو ته آئون توهان کي ميار ڪو نه ڏينديس......

پريا جو معمول هوندو هو ته شام جو موٽر ۾ چڙهي آباديءَ کان

ڪجهه پريرو نڪري ويندي هئي ۽ پوءِ ڪنهن باغ ۾، ڪنهن دريا جي ڪپ تي، يا ڪنهن سرسبز جبل جي هنج ۾ ويهي قدرت جي خوبصورتيءَ کي ڏسندي هئي ۽ پنهنجي اکين کي، پنهنجي وجود کي خوش ڪندي هئي.... اڄ به، پيءُ ماءُ سان انهيءَ تلخ گفتگو کان پوءِ هڪ ڏينهن شام جو هوءَ دريا ڪپ تي ويٺي ۽ وري نه موٽي. انهيءَ ڏينهن به هو ڪار ۾ چڙهي ويٺي هئي ۽ ڊرائيور به ويو هو... پريا سام طرح سج لهندي ئي گهر موٽي ايندي هئي پر انهيءَ ڏينهن ڪافي دير ٿي ويئي جو هوءَ نه آئي. ماءُ جي ڪَن ۾ پريا جا اهي لفظ گونجڻ لڳا "مون جيڪو قدم کنيو آهي تنهن جي جزا يا سزا آءٌ اڪيلي ڀوڳي وينديس.... ڪٿي پريا ڪي ڪجهه ٿي نه ويو هجي.... ڪٿي هن ڇوڪريءَ ۾ وري ڪو بيو غلط قدم نه کنيو هجي، ماءُ جي دل پريشان ٿيڻ لڳي..... ايتري ۾ ڪار پهچي ويئي -... ڊرائيور منهن مٿو پٽيندي ڪار مان لٿو ۽ روئندي چوڻ لڳو -... "بي بي خبر نه آهي ڪيڏانهن ويئي هلي .... مون ڪيس ڏاڍو ڳوليو پر هٿ نه آئي - مان هن ڀانيو ته هوءَ دريا ڪپ تي، دريا ۾ پير لڙهڪائي ويٺي هئي. ۽ چون ٿا ته ان درياءَ انهيءَ هنڌ اڪثر هڪ واڳون به ڏٺو ويو آهي.....

پوڙهي امڙ ڏاڍي پريشان ٿي ويئي.... ڪيس ڏنڊ پٽيندي وڃي راءِ بهادر ڊرائيور کي وري ساڻس انهيءَ هنڌ هلڻ لاءِ چيو ... پر ڪار ۾ ويهندي سندس نظر هڪ خط تي پيئي - اکر پريا جا هئا. تڪڙ مان خط پڙهڻ لڳو...

قابل صد احترام پتا سائين..... آءٌ توهان جي ڌيءَ آهيان نيا ڀري ويٺي آهيان تنهن ڪالهه جيڪو فڪر نه ڪجو.. اوهين بهرحال هاڻ مون کي ڪنهن نه ڏسي سگهندا.. مون توهان کي چيو هو ته مون جيڪو قدم کنيو آهي تنهن جي جزا ۽ سزا آئون اڪيلي ڀوڳينديس .... سو هاڻ ڪٿي منهنجي قسمت.... شرمسار آهيان جو پيءُ ۽ توهان کي ڏک ڏنا اٿم... جي ٿي سگهي ته مون کي معاف ڪري ڇڏيندا..... باقي توهان جو مان ۽ سرياد ا، توهان جي عزت تي مون ڪو حرف نه اچڻ ڏنو آهي ... چون ٿا ته هن درياءَ ۾ واڳون رهن ٿا، پر واري جهنگ ۾ خطرناڪ

جانور به آهن ــ منهنجي يا منهنجي لاش جي ڳولها ڪرائڻ جنهن دنيا
کي خبر پوي ته راءِ بهادر جي ڌيءُ کي دريا تي واڳون ڳهي ويو يا جهنگ
۾ ڪو جانور کائي ويو... اهڙي ريت اوهين هر بدنامي کان بچي ويندا
جيڪا منهنجي زنده وجود جي صورت ۾ لوهاڻن کي نصيب ٿئي ها. ڪاش توهين
دنياوي رسمن جي ڄار مان پنهنجو پاڻ ڇڏائي سگهو ها ۽ مون سان
[illegible] رهي محبت جي زندگي گذاريو ها.... پر مون کي لوهاڻن کان ڪابه
شڪايت نه آهي ــ هن دنيا ۾ سچي پيار جي ايمان به ڪا اهميت نه آهي،
هتي صرف ڪوڙين رسمن جي حڪومت آهي... پيرين هٿ قبول پون..
فقط ــ لوهاڻن جي بدنصيب پريا.

راءِ صاحب سمجهي ويو ته پريا پنهنجو انت آڻيو آهي... درياهه ۾
۽ پوري جهنگ ۾ سندس لاش جي ڳولها ڪئي ويئي پر لاش نه مليو..
تنهن مان اهو ئي سمجهيو ويو ته دريا جو واڳون پريا کي ڳهي ويو. اها خبر
سڄي شهر ۾ پکڙجي ويئي ته راءِ بهادر جي حسين نوجوان ڌيءُ ڪنهن
ڪارڻ دريا تي ويئي، پير ترڪي وڃڻ جي ڪري دريا ۾ وڃي پيئي ۽
واڳون سندس وجود کي ڳهي ويو .... عزيز قريب، راءِ صاحب جا سڃاڻو،
آفيسر ۽ زيردست ساڻس تعزيت ڪرڻ آيا ۽ هر ڪو سندس نوجوان ۽
اڪيلي ڌيءُ جي انهيءَ نموني سان ٿيل موت تي لڙڪ وهائي، ٻه اکر دلاسي جا
ڳالهائي ويندو رهيو.. راءِ صاحب ڪجهه به نٿي چيو.. خبر نه آهي کيس
ڌيءُ جي انهيءَ دردناڪ انجام تي ڏک ٿيو هو يا پنهنجي عزت بچڻ جي
خوشي ٿي هئي، باقي پوڙهي ماءُ ته هنجون هاريو هاريو بيهوش ٿي ٿي ويئي...
هن سمجهيو ٿي ته بدنصيب ڌيءُ جي موت جو ڪارڻ هو پاڻ هئا.. جي هو سندس
جذبن جي سچائي ۽ خلوص کي سمجهي وٺن ها ۽ کيس سهارو ڏين ها ته جيڪر
هوءَ اهڙي نموني پنهنجو انت نه آڻي ها.

پريا، آپگهات نه ڪيو هو- ڪارمان لهي، پنڌ ٿي
پنڌ هو تڪڙو تڪڙو هلندي هڪ گوٺڙي ۾ اچي پهتي جتي ريلوي
اسٽيشن هئي - رستي ۾ هن پنهنجي ريشمي ساڙهي، بلائوز ۽ انگ بزي
سينڊل لاهي ڪڍي هڪ هاريءَ جي عورت ۾ بدلا ۾ هڪ سادي، ڪاٽن جي
ساڙهي پنهنجي جسم ڍڪڻ لاءِ گهران ڪڍي آئي هئي ۽ پيرن ۾ به
سادي ربڙ جي چمپل ڪڍي وڌا ئين - اهو احتياط انهيءَ ڪري به ضرور
هو ڪين اوجي ريشمي لباس ۾ ڏسي هر ڪو مٿس شڪ ڪري ها ۽
سڄا ٽپ جو بخش مشهور رهي ها.... ساڙهيءَ جي پلئه سان جسم ڪيئي
پنهنجو چهرو به ڍڪي ڇڏيو هئائين. اسٽيشن تان هن دهليءَ جو
ٽڪيٽ ورتو ۽ اوڏانهن ويندڙ گاڏيءَ ۾ سوار ٿي هڪ نئين زندگي
گذارڻ لاءِ پنهنجي جد وجهد جي شروعات ڪيائين.

ٻئي ڏينهن صبح جو هوءَ دهلي پهتي - دهلي بسندس مائٽا ٿي
گهر ڪان ڪافي پري هو ۽ ڪين امين هئي ته انهيءَ وڏي شهر ۾ ڪير
کيس سڃاڻي نه سگهندو... پر هن زندگيءَ جي شروعات ڪٿان ڪري؟
دهلي وڏو شهر نه هو پر رهڻ لاءِ ڪو هنڌ نه گهر لڌو هو... ڪٿي
نه سر ڇپائي ها!! آسمان هيٺ نه اڪيلي جوان عورت وقت گذاري نه
ڪري سگهي ها... مرد ماڻهو هجي ها ته ڏينهن ڪي هنڌ ۽ آسمان کي
اوڍڻ سمجهي زندگيءَ جا ڏينهن گذاري وڃي ها پر هت ته مسئلو هو
سندس عورت هجڻ ۽ سو به نهايت خوبصورت، جوان ۽ ڀرپور شباب
جو مالڪ هجڻ... اهڙي ڪنهن نازڪ مسئلي اڳيان اڪيلو شهر ۾ گهمڻ ۽
جيڪو به ..  ڏسي ها سو پڪ جاچي ها ته ڇوڪري يا ته گهران ڀڄي
آئي آهي يا آهي انهيءَ لائين جي پرزيل ڪسبيل هئي تنهن ڪري اپٽري؟
جاءِ هٿن ته دهلي شهر ۾ ڪو نه ڪو آسرو آسرو ضرور هوندو جتي

بيواهه ۾ بيوس نارين کي پناهه ملي سگهي ... سو پنهنجي پنهنجي اهڙن
پر هنن ۽ آشرمن ۾ ويٺي ... پنهنجي هنن ۾ انچارج پوڙها ماڻهو هئا
پر پرياجي ڏک ڀري ڪهاڻي ٻڌي ۽ انهن کي مٿس ڪهل نه آئي ... ظاهري
طور تي هنن ڏاڍي همدردي جو اظهار ڪيو ۽ هر طرح سندس سرپرستي
ڪرڻ جو واعدو ڪيائون، پر پرياجي نظرون ... ان پوڙهن جي اکين ۾
ڏنڊ ڏهوس جي چمڪ ڏسي نه سگهي ..... اصولن نه پوڙهن کي اهڙو نه ٿيڻ
گهرجي جو هو پنهنجي جوانيءَ ۾ زندگيءَ جو هر لطف حاصل ڪري چڪا ٿا
هجن، پر ڪنهن جي بيوسي ۽ لاچاري نه گهرڙکي ٻه جيڪر شيطن بڻائي
ڇڏي ... هڪ خوبصورت، پر ڏڪايل عورت جيڪا لاچار آهي ۽ ڪنهن پناهه
جي گهرجي ته انهيءَ جي قيمت نه ادا ڪرڻي پوندي نه .... پوڙهن جون ڳالهيون
پڻ سڙي ويون هونئن پوڻ پيا اهڙي حال ۾ هوندا پوڻ جو منجهائن پوڙهن
کي هاڻ هٿ حاصل ڪجهه پڻ نه ٿيندو ۽ هونئن ۽ جنهن هنن نه هو عمر جون
حدون اورانگهيون جي باوجود سندس ڪمائي ، سندس خوراڪ ۽ سندس ماحول
جي ڪري ايمان ٻه پاڻ کي ڪنهن عورت جي جسم جي حصول جو لائق
سمجهيا ٿي .... پريا انهن ٻچي نڪتي . هاڻي سوچيائين ته ڪيس ڪن
جي ڪنهن گوردواري ۾ انهن ويڃي گهرجي . هن گرو نانڪ جي
تعليم جو مطالعو ڪيو هو ۽ سمجهيائين ٿي ته جنهن فلسفي تي عمل
ڪري، سک هڪ ڪمزور ۽ غلام قوم مان ابتدا طاقتور ٿيا ۽ آزاد ٿيا سا
قوم ايمان ۽ ضرور پنهنجي انهيءَ فلسفي تي عمل ڪندي هوندي ۽ منهن
ڪنهن بيوس ناريءَ کي پريشان ڪرڻ جي خواهش نه هوندي ... اهو
سوچي هوءَ هڪ گوردواري ۾ وڃي پهتي جتي عبادت ٿي رهي هئي ....
۽ هڪ گرنٿي گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪري رهيو هو. پريا اهو سڀ ڪجهه هڪ
ڪنڊ ويٺي ادب سان ٻڌندي رهي ... پاٺ ختم فارغ ٿي گرنٿي .. ۽ انهيءَ
ٿڌي ٿي ... پريا کيس پنهنجو داستان ٻڌايو ۽ گوردواري ۾ رهڻ جي ... بتچي رهڻ
جي اجازت طلب ڪيائين . گرنٿي کيس ٣ ڏينهن ڏنا ۽ پناهه ڏيڻ جو واعدو ڪيائين.

ايتري ۾ هڪ نوجوان اتي اچي نڪتو ۽ گرنٿيءَ سان ڳالهائڻ لڳو... سندس
گفتگوءَ مان پريا کي خبر پيئي ته هو گرنٿيءَ جو پٽ هو ۽ اهو اندازو به
ٿيس ته اڃان سندس منزل دور هئي جو جن ڳالهين کان بچڻ لاءِ هوءَ
آشرمن ۽ گوردوارن ۾ پناهه وٺڻ جي خواهش مند هئي، سي هت به موجود
هيون. گرنٿيءَ جو نوجوان پٽ، پريا جي سونهن ۽ شباب کي ڏسي منجهس
تمام گهڻي دلچسپي وٺي رهيو هو ۽ پنهنجي پيءُ کان ويٺل ڇوڪريءَ متعلق
پڇا ڳاڇا به ڪئي جنهن مان پريا کي اندازو ٿيو ته پناهه لاءِ اڃان به کيس ڪو
ٻيو گهر ڳولهڻو پوندو، سو هوءَ سامان کڻي اچڻ جو چئي گوردواري مان
ٻه موڪلائي آئي... اڃان سڏ پنڌ مس ويئي هوندي ته پويان ايندڙ
هڪ سک نوجوان سندس رستو روڪي بيهي رهيو... انهيءَ سک پريا
۽ گرنٿيءَ جي وچ ۾ ٿيل گفتگو ٻڌي ورتي هئي ۽ هينئر هو کيس پناهه
ڏيڻ جي پيشڪش ڪري رهيو هو ۽ انهيءَ وقت ساڻس شادي ڪرڻ
لاءِ تيار هو... ۽ کيس سمجهائڻ لڳو ته جيڪڏهن هوءَ واپس گوردواري ويئي
ته گرنٿيءَ جو پٽ سندس عزت خراب ڪندو... پريا کيس پڪ ڏني
ته هوءَ موٽي گوردواري ۾ ڪونه ويندي باقي شاديءَ لاءِ سوچڻ کان پوءِ
ڪو جواب ڏيئي سگهندي. ايتري ۾ هڪ ٻيو نوجوان به اچي سهڙيو. اهو ڏسي
پريا کان هلڪي رڙ نڪري ويئي. ٿورو پريان هڪ سپاهي پنهنجي ڊيوٽي ڏيئي
رهيو هو.. رڙ تي هو متوجه ٿيو ته ٻئي عاشق مجبورًا رفو چڪر ٿي ويا. پريا
سپاهيءَ کي ٻڌايو ته هوءَ گهران اسپتال وڃڻ لاءِ نڪتي هئي ته رستي ۾ هنن
لوفرن اچي کيس ورايو... سپاهيءَ هڪ عمارت ڏانهن اشارو ڪندي پريا
کي ٻڌايو ته انهيءَ عمارت ۾ عيسائين جي هڪ مشنري اسپتال هئي جي
هوءَ عمارت محسوس ڪري ته اوڏانهن هلي ويئي. هن وقت تائين پريا
ٻه عدد ٢ آشرم ۽ هڪ سک گوردوارو ۽ چند جاين ۽ پوڙهن انسانن
جو ڇانءُ سان روليو ڏسي چڪي هئي پر انسانيت ۾ اڃان سندس ايمان
هو. کيس اميد هئي ته نيٺ هوءَ ڪنهن اهڙي هنڌ ضرور پهچندي جتي

سنڌس جوانيءَ ۽ شباب تي ڪنهن جون هوسناڪ نگاهون نه پيون هيون ۽
جنهن ڪيس عزت ۽ مان سان زندگي گذارڻ جو موقعو ڏنو هو....

حضرت عيسيٰ مسيح جي زندگيءَ ۽ تعليم جي احوال جي ڪيس خبر هئي
۽ دل ۾ نيڪ تمنا لڪون بيٺل رکي مشنري اسپتال ڏانهن هلڻ پئي.
اسپتال ڇا نه ڪو ڪوٽ هئي. چند پنيوالن ۽ چوڪيدارن کانسواءِ اتي
ڪوبه مرد نه هو، پريا جي خواهش تي ڪيس اسپتال جي انچارج ميڊم وٽ
پهچايو ويو جيڪا پنهنجي بنگلي جي ڇپر تي ناشتو ڪري رهي هئي.
هن شفقت ڀرئي انداز ۾ پريا کي پنهنجي پر ۾ ويهاريو ۽ ڪيس ناشتو
ڪرڻ لاءِ چيائين.... پريا ڪلهوڪي بکايل هئي سو ميڊم جي سلام
ڪرڻ تي به چار گرهه کاڌائين ۽ ميڊم جي پڇڻ تي پنهنجو داستان به
کيس ٻڌائيندي رهي. جڏهن هن کائو ڪري پوري ڪيائين تڏهن ميڊم
چيو "ڏکايل ۽ بي آسرا انسانن جي مدد ڪرڻ ئي اسان جي مشن
جو مشن آهي... اسان جا دروازا توهان لاءِ کليل آهن ۽ توهان ڪنهن ڊپ
ڀاءُ جي اسان وٽ رهي سگهو ٿي. ڇا توهان عيسائي مذهب اختيار
ڪرڻ پسند ڪندين؟ پريا ورائيو ميڊم ڇا اهو لازمي شرط آهي؟
ميڊم جواب ڏنو... نه لازمي شرط ته نه آهي.. پر اهو ود يڪ بعض ترتئي ها
آئون گرجا وينديس، مذهبي تعليم حاصل ڪنديس، عيسائيت تي
مبني ڪتاب پڙهنديس، ممڪن آهي اڳتي هلي توهان جي حسن سلوڪ
کان متاثر ٿي آئون پنهنجو مذهب به تبديل ڪريان، پر هن وقت
مهرباني ڪري مونکي انهيءَ لاءِ مجبور نه ڪيو وڃي.. پريا درخواست ڪئي.
ميڊم چيو "ڪاڏي پيئي ٿي ته توکي تڪليف نه ٿيندي؟
پريا ورائيو.. نه ميڊم... اهڙو ڪوبه مسئلو پيدا نه ٿيندو... يقين رکو
ته آئون هن عمارت ۾ رهڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي مڪمل طور تي اوهان جي
رنگ ۾ رنگي ڇڏيندس. بس صرف ظاهري مذهب جي تبديلي لاءِ مونکي نه چئو..
"ته پوءِ ٺيڪ آهي... مونکي بس اهو ڊپ هو ته تنهنجو مختلف انداز

اسپتال اندر ۽ ٻاهر اعتراض جوڳي فضا پيدا ڪري ڇڏي ها جيڪو نه تنهنجي لاءِ فائديمند ثابت ٿئي ها ۽ نه منهنجي انتظام لاءِ....

ٻه چار ڏينهن ميڊم... ته جنهن ڏينهن اسپتال جي انتظام ۾ منهنجي ڪري ڪا گڙٻڙ ٿي، انهيءَ ڏينهن آئون لکي ڏيندس ته ڪا شڪايت به نه ڪنديس... ۽ ها ميڊم، چار ڏينهن ۾ منهنجي احوال مان مڪمل واقفيت حاصل ڪري ورتي؟ مون لاءِ هاڻ ڪي ڳالهه آهي ته منهنجي پيٽ ۾ هڪ ننڍڙو وجود به مسلسل وڌي رهيو آهي.....

ها ها... مون سڀ ڪجهه سمجهي ورتو آهي... ڪنهن بيوس عورت جي پيٽ ۾ ٻار جو هجڻ سندس گناهگار هجڻ جو ثبوت نه هوندو آهي. تون بي فڪر رهه.... اسين تنهنجي هر ممڪن مدد ڪنداسين..

انهيءَ گفتگو کانپوءِ بالآخر پرياٽي پناهه ملي ويئي. رهڻ لاءِ ٽڪاڻو ملي ويو. اسپتال جي هاسٽل ۾ کيس هڪ ڪمرو ڏنو ويو ۽ سندس نالو نرسنگ جي سيکيا وٺڻ وارين ڇوڪرين واري فهرست ۾ شامل ڪيو ويو..

معنيٰ ۾ اندر پريا اهو ثابت ڪري ڇڏيو ته اسپتال ۾ هوءَ تمام
ٻين نرسن جي مقابلي ۾ هوشيار ۽ ذهين هئي. پريا سهڻي هئي، خوش
خلق ۽ خوش گفتار هئي ۽ گڏو گڏ ڪم مڪ ۾ احساس ذميواري رکندڙ
ڇوڪري هئي، پنهنجي سڪياتي ۽ تمام گهڻو ڌيان ڏيندي هئي ته مريض
جي تيمارداري ۽ نهايت خوش اسلوبيءَ سان ڪندي هئي ..... مريض مٿس
سهڻي سلوڪ کان تمام گهڻو متاثر ٿيندا هئا ۽ هر ڪو پيو کيس دعائون
ڪندو هو... ساڻس سانتي نرسون ۽ منجهانئس تمام گهڻو خوش هونديون
هيون جو پريا ڪنهن جو ڇيو نه ٿي رنبڻي هئي، ڪنهن ڪنهن جي ڊيوٽي
ڪري ايندي هئي، ڪڏهن ڪنهن جي گهر جو ڪم ڪري ڏيندي هئي.
اتفاق سان ڪا ڇوڪري بيمار ٿي ته ساڻس اهڙي چاڪري ڪندي
هئي جڻ ڪي پنهنجي ماءٌ کان دور هجڻ جوئي احساس ختم ٿيڻ ڏيندي
هئي. اسپتال جون ڊاڪٽرياڻيون ۽ نرسون وغيره، سڀ پريا کان راضي هئا.
عيسائي ڇوڪرين ۾ هوءَ واحد هندو ڇوڪري هئي پر
هن خود کي انهن ۾ لائي ڇڏيو هو جو ڪير به اهو نٿي چئي سگهيو ته
هو هيءَ ڇوڪري ٻئي مذهب سان تعلق رکندڙ هئي، هوءَ عبادت لاءِ گرجا
۾ ويندي هئي ۽ ٻين ڇوڪرين سان گڏ ويهي، دل ئي دل ۾ پنهنجي ڀڳوان
جي پرارٿنا پيش ڪندي هئي ۽ عيسائي ڇوڪريون اهو سمجهنديون
هيون ته پريا ۽ پاڪ مريم ۽ يسوع مسيح جي عبادت پيش ڪري!
پريا هاڻي شهر ۾ ايندي ويندي هئي ۽ ڪيس کوبه مسئلو درپيش نه هو.
اڪ هو بي سهارا هئي ته شهر ۾ ڪا کائين ڏ عنب نه کان هر وقت ڊپ
رهندو هو پرهاڻ هو عيسائي لباس ۾ يعني اسڪرٽ پائي، هٿي
تي ميڪ اپ ڪري گلي ۾ ڪراس پائي ٻاهر نڪرندي هئي ته ڪو غنڊو ويجهو
نه ايندو هو ڇو ته اهو لباس آزاد عورت جو لباس هو ۽ غلامن ۾ ايتري طاقت
ڪٿان آئي جو آزاديءَ سان هٿ چرائي ڪن.

وقت گذرندو رهيو. پريا هن چار ديواريءَ ۾ پناهه حاصل ڪري سگهي جو
ساهه کنيو هو. نيٺ سندس پيار جي امانت، محبت جي نشاني ۽ هڪ سهڻي
گول مٽول، صحت مند پٽ جي صورت وٺي هن دنيا ۾ اچي ويئي. ويم
دوران پريا کي ڪا تڪليف نه ٿي، سندس جسم ۾ خون هو ۽ هوءَ صحت
مند هئي جنهن ڪري نه کيس ۽ نه ئي ٻارڙي لاءِ ڪو مسئلو پيدا ٿيو. ٻارڙي
جي پيدائش تي ڇوڪرين جي هاسٽل ۾ جشن ملهايو ويو. سڀني
ڇوڪرين ۽ نرسن انهيءَ خوشيءَ واري تقريب ۾ شرڪت ڪئي. ويم
کان پوءِ ٻه هفتا کيس ڊيوٽي تي نه وڃڻو پيو ۽ کيس اجازت ڏني ويئي
ته ڪجهه ڏينهن ڀلي آرام ڪري وٺي، هڪ ساٿي نرس هر وقت
سندس ٻر گهور لهڻ لاءِ سندس ڪمري ۾ موجود رهندي هئي. ڊيوٽيءَ
کان فارغ ٿي ٻيون به ڇوڪريون سندس ڪمري ۾ ضرور اينديون هيون ۽
ننڍڙي گڏي کي کيڏائينديون هيون. خود پيٽرن به روز سندس صحت
متعلق پڇڻ لاءِ ايندي هئي.. جڏهن ننڍڙن نرس ڪنهن ڪم سانگي
ٻاهر ويندي هئي ته پريا ننڍڙي کي هڪدم پينگهي مان هنج ۾ کڻي
وٺندي هئي ۽ کيس پيار ڪرڻ لڳندي هئي. ننڍڙو هوبهو چترنجن
جي تصوير هو. ساڳيون اکيون، ساڳيو نڪ، ساڳيا مهانڊا... پريا
ننڍڙي کي ڪو نالو نه ڏنو هو، هوءَ کيس چترنجن جي نالي سان ئي
سڏيندي هئي... اڪثر ننڍڙي سان ڳالهيون ڪندي چوندي هئي "تون
منهنجو پيار آهين، منهنجو چترنجن آهين! جڏهن تون جوان ٿيندين،
قد ور، سگهارو، روشن اکين ۽ ڪشادي ڇاتيءَ وارو، تڏهن آئون توکي
پنهنجي ڇاتيءَ سان لائينديس. توکي ڀاڪر ۾ ڀرينديس. تنهنجي اکين
کي چمنديس! دنيا جي نظرن ۾ نه تون منهنجو پٽ هوندين پر آئون توکي
پنهنجو چترنجن سمجهنديس، چترنجن جو ٻيو جنم... دنيا مونکي بيواهه
سمجهندي، پر آئون تنهن بيواهه ڪونه هونديس، منهنجو محبوب
چترنجن ٻئي جنم ۾ مون وٽ، موجود هوندو. منهنجو سهارو، منهنجو آڌ

نئين ڏو چترنجن اسپتال جي دنيا جي آئين جو جنم ٿيو! اڄ نئين و
سپيان وڌو .. ست ڏينهن ٽوٽڙي زبان ۾ ٽٽل ڦٽل لفظ ڳالهائڻ شروع ڪيا
۽ بمرين ريڙهيون پائڻ ۽ پوءِ هٿوراڻيون ڏيئي هلڻ به شروع ڪيائين،
هوڏانهن پريا سکيا جو مدو پورو ڪري، امتحان به پاس ڪري ورتو.
پنهنجي ڪم ۾ هوءَ هوشيار ته آگ ٿي هئي، بس سند جي ضرورت
هئي. هاڻ اها به ملي ويس. ميٽرن کيس هيڊ نرس مقرر ڪري ڇڏيو پر
سندس اها ترقي ڪن آئين ۾ کٽڪڻ لڳي: هڪ ته هوءَ غير عيسائي هئي،
ٻيو وري جونيئر پڻ، انهيءَ ڪري جن تن چڙهڻ جو وارو هو
هيڊ نرس ٿيڻ جو، سي ساڻس حسد ڪرڻ لڳيون. اها ڳالهه پريا به محسوس
ڪئي... هن نه سچي زندگي ڏکن ۾ گذاري ڇڏي هئي تنهن ڪري جي
اها ترقي نه ملي ها ته به جيڪر کيس ڪو به ملال نه ٿئي ها. سو هن به نئي
دفعا ميٽرن کي حقيقت حال ٻڌائي کيس درخواست ڪئي ته کيس اسسٽنٽ
نرس بڻائي ڇڏي، هوءَ عهدي جي بکي ڪونه هئي، هن کي ته صرف پناهه
گهربي هئي ۽ هن چار ديواريءَ کيس گهڻو ڪجهه ڏنو هو، هن ئي چاهيو ته
اسپتال سان واسطو رکندڙ ڪنهن به جيو کي سندس وجود مان ڪو به
ڏک يا تڪليف رسي، پر ميٽرن سندس درخواست ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري
ڇڏي ۽ حاسد نرسن خلاف وقت به وقت ڪانه ڪا ڪارروائي پيئي ڪندي
هئي. انهيءَ سان نفرت وڌندي ويئي، جيئنو ٽڪ. اهو اقدام ميٽرن جو
هوءِ پريا قطعي اهو نٿي چاهيو ته ائين ٿئي، پر الزام پريا تي ايندا ديا.
نيٺ ميٽرن جي رٽائر ٿيڻ جو وقت به اچي پهتو، پريا وري پنهنجي گذارش
پيش ڪئي پر ميٽرن ... به ٻڌوائي نه ڪيس ۾ چيائين " فڪر نه ڪر، آئون
ايندڙ ميٽرن کي سڀ ڪجهه ٻڌائي تنهنجي پارٽ ڪري وينديس. پر اها
پارٽ پريا جي ڪم نه آئي. حاسد نرسن، ايندڙ ميٽرن جا ڪن ڀرڻ شروع
ڪيا ۽ پريا کي باوجود سٺي ڪم ڪار ڏکيءَ جي روز ڪنهن نه ڪنهن معاملي
جي جواب ڏيڻ لاءِ ميٽرن جي آفيس ۾ حاضري ڏيڻي پوندي هئي، پوءِ

نيٺ ڪيس اسسٽنٽ نرس بڻايو ويو پر هن انهيءَ تي ڪو احتجاج نه ڪيو ڇو ته هن نه چاهيو ٿي ته عهدو ڪانئس واپس ورتو وڃي. پر جيڪا نفرت دلين ۾ ويهي ويئي هئي ساخته نه ٿي سگهي، هڪ ڏينهن ميٿرن کيس گهرائي پڇيو، " مون ٻڌو آهي ته تون عيسائي نه ٿي آهين؟

پريا جواب ڏنو. " اهو صحيح آهي، مون بپتسمو ڪونه ورتو آهي...

ڇو؟ ڪڏهن وٺڻ جو خيال آهي."؟

پريا چيو " انهيءَ لاءِ آئون پنهنجي ذهن کي تيار نه ڪري سگهي آهيان ايتري تائين!

ميٿرن حڪم ڏيندي چيو " هڪ هفتي اندر ڪو نه ڪو فيصلو ڪري وٺ: هتي به نيڪ ۽ پارسا عيسائي ڇوڪريون پنهنجو حق وڃايو ويٺيون آهن ڇاڪاڻ ته انهيءَ تي هڪ غير عيسائي ڇوڪري قابض آهي ۽ اها صورتحال مون لاءِ قابل قبول نه آهي،

پريا فيصلو ڪري ورتو. جيتوڻيڪ هوءَ ۽ سندس ٻار اسپتال جي چار ديواريءَ ۾ بالڪل سکيا ۽ محفوظ هئا. عيسائي مذهب کي هن برو به ڪونه ٿي سمجهيو پر پنهنجي سک لاءِ هن اهڙو ڪو به قدم کڻڻ لاءِ نٿي چاهيو جنهن لاءِ سندس دل ۽ دماغ تيار نه هئا.

سو هوءَ انهيءَ محفوظ چار ديواريءَ کي الوداع چئي ويئي هلي.

اسپتال ۾ رهڻ دوران پرڀا پنجابي ٻولي سکي ورتي هئي.
سو اسپتال ڇڏڻ کان پوءِ هن پنجاب جي شهر لاهور وڃڻ جو فيصلو
ڪيو. ارادو هوس ته هن دفعي پنجاب ۾ قسمت آزمائي ڪجي. پر پيو هن
۾ شباب جهڙي عورت کي تارن ۾ چنڊ مثل بڻايو ڇڏي، اتي وري اهي
ٻئي نعمتون سندس وجود لاءِ عذاب بڻجيو وڃن خاص ڪري انهيءَ صورت
۾ جي سر جي صورت ۾ سندس سونهن جو ڪو محافظ نه هجي. پنجاب
جي قداور، گهڻو، ڪاٺ جهڙن جوانن جا هڙئي من موهڻي صورت اڪيلي
رودن تي هلندي ڏٺي تن جي ته اصل گگ ڳڙي پيئي. خوب خوب
ديدار ڪيائون اکين ئي اکين ۾ شباب کي ليڪا ڏيندڙ لبن کي ٻه لاهي
ڦٽو ڪيائون. سندس جوانيءَ جي ٻي محاذ نشانين کي نظرن جي تيرن سان
خوب خوب زخمي ڪيائون، پر پرڀا اهي زخم سهندي رهي. ڪجهه ڪري
جو نٿي سگهي. اڪا جوان، خوبصورت، پرنور شباب جي مالڪ، پر اڪيلي
عورت انهن اگهاڙو ڪندڙ نظرن کي ڪٿين ڪر روڪي سگهي؟
تڪڙو تڪڙو ملي جي هن هڪ هندو هوٽل ۾ ڪمرو ورتو. مشن
اسپتال ۾ رهڻ دوران ڪيس ماني ته اسپتال طرفان ملندي هئي باقي جيڪو
پگهار ملندو هوس سو سڀجي جو سڀجو بچائي وٺندي هئي، اهوئي
سبب هو جو هن ڪا نوڪري ملڻ ۽ رهڻ لاءِ مناسب جاءِ ملڻ تائين هوٽل
۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو هو! نوڪري هوءَ نرس جي حيثيت ۾ ڪري سگهي
ٿي پر نرس جي نوڪري ملي ها يا ته ڪنهن مشنري اسپتال ۾ يا سرڪاري
اسپتال ۾ نوڪري وٺڻ لاءِ سفارش ضروري هئي... پرڀا لاءِ ٻئي ڳالهيون
ناممڪن هيون. سو هن سوچيو ته هن دفعي ڪنهن اسڪول ۾ ماستري
حاصل ڪجي، پر نوڪري هڪدم ته ملي نٿي سگهي! انهيءَ لاءِ
ته در در جا ڌڪا کائڻا ٿا پون ۽ ايترو عرصو هوٽل ۾ رهڻ به ڏکيو هو. مثال

ورڻي هن هندو هوٽل ۾ رهي ته سندس عزت ۽ عصمت به محفوظ نه هئي.
هوٽل جي عملي جي زبان تي طرح طرح جون ڳالهيون هيون ۽ هاڻ هوٽل ۾
ڪافي آوارهه ۽ اوباش قسم جا نوجوان به اچڻ لڳا هئا جن کي شايد
هوٽل جي عملي کان ئي سندس متعلق خبر ملي هئي. سو نيٺ هوءَ هوٽل
جي سواءِ ادا ڪري، هڪ انگريزي هوٽل ۾ رهڻ لڳي، جيتوڻيڪ اها
هوٽل مهانگي هئي ۽ پرپا گهڻو وقت انهيءَ هوٽل ۾ نٿي رهي سگهي، پر ايترو
هو جو ڪير ڙ انهن بري نگاهه سان ڏسڻ وارو نه هو ۽ نه ئي ڪير سندس
متعلق ڳالهيون ڪرڻ وارو هو.

ماستريءَ جي ڳولا جي سلسلي ۾ هوءَ ڪئي هندو اسڪولن ۾ وئي ۽
جتي جتي انتظام عورتن جي هٿن ۾ هوا تي ته ڪيس فورًا جواب ملي ويو ته
ته تربيت يافته ڪونه آهين ۽ اسين اهڙيون ماستريون نٿا رکي سگهون.
اها خبر ته پرپا کي دير سان پيئي ته اڌ ڙوت هيڊ ماستريون ڪنهن
نوجوان ۽ سهڻي ڇوڪريءَ کي پنهنجي اسڪول ۾ رکي احساس ڪمتريءَ
۾ مبتلا نٿي ٿيڻ چاهيو. اهي جن اسڪولن ۾ مرد هيڊ ماستر هئا
سان سٺو ورتاءُ ڪيو ويو، دلداري ڏني ويئي آڌرڀاءُ ڪيو ويو نوڪريءَ
ڏيڻ جو اشارو به ڏنو ويو پر انهن پوڙهن هيڊ ماسترن جي نگاهن جيڪي
ڪجهه گهريو پئي، سو پرپا لاءِ سندن حوالي ڪرڻ ناممڪن هو، پر سندس
ڳنڍ ڪيل پونجي به آهستي آهستي ختم ٿي رهي هئي ۽ ننڍڙي چتر نجن
جو خرچ به سرتي هو نيٺ، پنهنجي پر ۾ هڪ اهڙي اسڪول ۾ هُن
نوڪريءَ لاءِ هاڪار ڪري ڇڏي جتي جو هيڊ ماستر ڏسڻ ۾ شريف
ٿي لڳو ۽ عيال دار پڻ هو. پرپا سوچيو ته انهيءَ اسڪول ۾ هوءَ محفوظ
رهندي! اهو اسڪول هڪ خيراتي اداري طرفان هلايو پئي ويو ۽
انتظامي ڪميٽي جو سربراهه "سر راه پڙان" هو جيڪو شهر ۾ غريبن
۽ يتيمن جو همدرد مشهور هو ۽ ظاهري طور تي به نيڪ ۽ پارسائي لڳو.
پرپا پنهنجي ڪم سان ڪم رکڻ واري عورت هئي ۽ جتي به رهندي هئي.

اتي خلوص نيت سان پنهنجو ڪم نباهيندي هئي. سو هن اسڪول ۾ به
هن پنهنجو سٺو نالو رکيو ۽ جلد ئي سڀني شاگردن ۾ مقبول ٿي ويئي.
هيڊ ماستر صاحب به ساڻس ڪم کان خوش هو ۽ ساڻس عزت ڪرڻ
لڳو هو. هوڏانهن "رام پرڏان" پريا کي ڏسي مٿس اکيون چڪڻ ٿي پيو...
۽ چاهيائين ته پريا کي پنهنجي ٻارن کي ٽيوشن پڙهائڻ لاءِ چوي. اسڪول
جي ڪنهن نه ڪنهن ماستريائي کي لازمًا پرڏان جا ٻار پڙهائڻ لاءِ ساڻس
گهر وڃڻو پوندو هو. جي ڪا ڇوڪري انڪار ڪندي هئي ته کيس
نوڪري مان جواب ملي ويندو هو. هن وقت به هڪ ماستريائي ساڻس
گهر ويندي هئي ۽ پرڏان صاحب ان ڳل جو سمورو رس چوسي چڪو هو
سو کيس هاڻ ڪنهن ٻئي جوانڙيءَ جي ضرورت هئي جنهن جي شباب
جو چمن، رس سان ڀرپور هجي. پريا اهڙي ٿي ڪوشش واري
ڪئي هئي، پر پرڏان کي ڪو بهانو نٿي مليو جو اڳين واري عورت کي جواب
ڏئي. نيٺ امتحان ٿيا. پرڏان صاحب جا ٻار فيل ٿيا ۽ ائين انهيءَ ماستريائيءَ
کي ڪڍڻ جو بهانو هٿ اچي ويو. هاڻ پريا کي حڪم ٿيو ته پرڏان جي گهر
وڃي ساڻس ٻارن کي پڙهائي.. پريا تن ڏينهن ماستريءَ جو هڪ امتحان
ڏيڻ جي تياري ڪري رهي هئي ۽ امتحان به سر تي اچي پهتو هو پر هيڊ
ماستر کيس ٻڌايو ته انڪار جو مطلب ٿيندو نوڪريءَ مان جواب، سو مجبورًا
پريا کي اهو حڪم به مڃڻو پيو، پر ٿورن ڏينهن اندر کيس اندازو ٿي
ويو ته معاملو صرف ٻارن کي پڙهائڻ جو ڪونه هو پر ٻارن جي پيءُ کي خوش
ڪرڻ جو هو. ٻارن جي پڙهائيءَ دوران پرڏان صاحب به ڪمري ۾ ويٺو هوندو
هو ۽ پيو پريا کي گهوريندو رهندو هو. اسڪول جو معائنو به هن هفتي ۾ ٻه دفعا
ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ۽ تنهن ۾ به وڏ ۾ وڏ معائنو انهيءَ ڪلاس جو ٿيندو
هو جنهن کي پريا پڙهائيندي هئي. آهستي آهستي هو پريا سان فري ٿيڻ
لڳو ڪنهن وقت ساڻس هٿ پڪڙڻ وڃي ڪنهن وقت وري ڳل تي
ملڪڙي چماٽ هڻندو هو، ڪنهن وقت کيس ڇڪي پنهنجي ويجهو ڪندو

هو. پر پريا سڀ ڪجهه سمجهندي به اهو ظاهر ڪندي هئي ته هوءَ انهن ڳالهين جو نه ته اشرو وٺي رهي آهي ۽ نه مطلب سمجهي رهي آهي. پر نيٺ هڪ ڏينهن ڪيس اقرار ڪرڻو پيو ته هوءَ پرڏان جي نگاهن ۾ موجود پيغام کي سمجهي ٿي. ٿيو ائين جو حسب معمول جڏهن هڪ ڏينهن هوءَ ٻارن کي پڙهائڻ ويٺي ته ٻار ته ڪونه آيا، پرڏان صاحب اچي ويو ۽ ڪيس ٻڌايائين ته ٻار ته پنهنجي ماءُ سان گڏ ناناڻن ويل آهن! پريا اهو ٻڌي وراڻيو. توهان کي کپندو هو ته مونکي اطلاع ڪرايو ها. ائين منهنجو وقت بچي پوي ها ۽ آئون ڪجهه پڙهي وٺان ها

پرڏان چيو: پرمون اهو سوچيو ته توهان هتي نه اچين! ڇا ٻيو ٻار ته آهن، اڄ ڪٿي توهان ٻارن جي بدلي کي پڙهائي ٿي!.

پريا سندس ڳالهه تي رڳو چيو: آئون وڃان ٿي، جڏهن ٻار اچن تڏهن مونکي اطلاع ڪجو..

ائين چئي پريا وڃڻ لاءِ وک وڌائي. پر پرڏان سندس ٻانهن پڪڙي ورتي ۽ چيائين: اهڙي به بي رخي؟ آخر هتي ترسڻ ۾ ڇا آهي؟ ڇا توهان مونکي پسند نٿي ڪريو؟.

پريا چيو: پرڏان صاحب، پسند ۽ ناپسند جو ته سوال ئي نه آهي، آئون توهان جي ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ هتي اچان ٿي، اهي نه آهن ته پوءِ منهنجو هت ترسڻ جو ڪهڙو جواز ؟؟

جواز اهو آهي ته توهان جوان آهيو، سهڻي آهيو، هن وقت منهنجي گهر ۾ موجود آهيو، آئون توهانجي اسڪول جو انچارج آهيان ۽ توکي پسند ٿو ڪريان ۽ انهي ڪري توکي حڪم ٿو ڏيان ته اڄ رات توکي هتي ترسڻو پوندو..... پرڏان چيو، ۽ ايترو چئي ڪٿي پريا کي ڇڪي پنهنجي سيني سان لڳايائين ۽ سندس ڪاوڙ مان ڳاڙها ٿيل ڳلن تي چمي ڏنائين.

پريا خود کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو: پرڏان صاحب توهان جا هٿ ۽ چپ گستاخي ڪري سگهن ٿا. توهين پنهنجي خواهش جي پورائي لاءِ

زور لڳائي سگهيو نا پرڙي ۾ چڙهيو نه پريا جي عصمت تائين لوڦرن جا هٿ نه پيا لوڦرن جا ارادا به ٽٽا پهچي سگهن!!

اوهو هو!! ڏاڍو نازائتي!! اهڙي ڪا خاص عصمت اٿئي جا؟ مون لوڦر جهڙين سوين ڊاڙون هڻندڙ عورتن جي عصمت خراب ڪئي آهي، توهين وري ڪهڙي باغ جي موري آهين — پرتان ڪيس بدستور چمندي ٻي ۾ زور سان پاڪر پائيندي چيو، پريا کي پنهنجو ساهه گهٽجندو محسوس ٿيو،

پر هن وري به همٿ سان جواب ڏنو جن جي عصمت تائين لوڦرانجا هٿ پهتا سي ويچاريون پاڻ ٿي جهڪي وليون هونديون... لوڦرين نه انتها ٿي بزدل آهيو پرتان صاحب، منهنجي نه هن وقت تائين جي گن ربل حياتي سماج جي ظالمن سان ويڙهه ۾ گذري آهي ۽ اڄ تائين ڪير به مونکي جهڪائي يا خريد نه ڪري سگهيو آهي... لوڦران پنهنجي شرافت نيڪ نامي ۽ عزت جي منهن زور شيطان قوت جي پوري طاقت استعمال ڪري ڏسو، منهنجي روح جي اڏول بلندين سان ٽڪرائجي لوڦران جي ظلم جو هر هٿيار مُڏو ٿي پوندو پر لوڦران منهنجي روح، منهنجي عصمت کي جهڪائي نه سگهندا!!

پرتان واقعي بزدل نه هو! جي بهادر هجي ها ته ائين ڪنهن ڪمزور لاچار ۽ بيوس عورت جي عصمت تي هٿ نه کڻي ها... تنهن جو پريا جون همٿ ڀريون ڳالهيون ٻڌيون سو ڍرو ٿي پوئتي هٽي ويو... پر جيئن ته اندر ۾ باهه ٻري پئي هئس ۽ پنهنجن ارادن ۾ ناڪام پڻ ٿيو هو سو انهي بي عزتي جو ڏنڪ نه ٻجهائي سگهيو ۽ اچان به وڌيڪ نيچ پڻي تي لهي آيو چيائين، توهين جهڙي پارسا آهين ۽ تنهنجي عصمت جي جيڪا پاڪائي آهي، تنهن جي حقيقت خوب ڄاڻان ٿو! پارسائي جي نشاني پٽ جي صورت ۾ گڏ کنيو پيئي وتين، هيڊ ماستر سان تنهنجو تعلق به مونکان ڳجهو نه آهي، تنهنجي انهي پارسائي جو داستان جي اخبارن ۾ نه ڇپرايو ته مونکي مرد نه چئجان!! مرد نه لوڦران کي آئون هن وقت به سڃيان ٿي سرڪار... پر مڙس يا انسان نه هيڻي ٿي سمجهان نه پوءِ سمجهندس... مڙس

مٿير، ۽ سڀئا انسان ائين لاچار عورتن جي عزتن تي حملا نه ڪندا
آهن!! توهان کي جيڪي وڻي سو ڪجو، چاهيو ته آئون وڃان.؟
ايترو چئي پريا واپس هلي آئي، پوين پهرن سڄي رات پاسا ورائيندو
رهيو. پريا کي ڏسي هن نه ڄاڻ ته ڪهڙا ڪهڙا پروگرام رٿيا هئا،
لذت ۽ سرور جي اهڙن خزانن جو نمو رکيو هئائين جن کان اڄ
ڏينهن سوڌو محروم رهيو هو پر کيس اها خبر نه هئي ته پريا جي جسم
کي فتح ڪرڻ ڪو ايترو ڏکيو ڪم هو!! هن اڄ تائين ڪيترين ئي لاچار
۽ بيوس عورتن جي عصمت کي پنهنجي هوس جي بي لغام گهوڙي
جي قدمن هيٺ چيڀاٽيو هو. پر پريا کيس مايوس ڪري سندس
جيڪا بي عزتي ڪئي هئي تنهن کيس انتقام جي باهه ۾ ڀسم
ڪري ڇڏيو... انهي رجي باهه ٿڌي ٿيڻ بدران، ويتر ٻي باهه جو
جهنڊ نصيب ٿي ويس.... ۽ هو سڄي رات ڪنڊن جي بستري
تي، پريا کان وير وٺڻ جون ترڪيبون سوچيندو رهيو... ڪائنات جو
هڪ انتهائي طاقتور ڪردار يعني انسان، ڪمزور ترين مخلوق يعني
عورت کان وير وٺڻ لاءِ پريشان آهي!! ڇاکيس طاقتور سمجهجي؟
نه اهڙو انسان نه حد درجي جو ڪانئر چئبو!!

پريا کي اسڪول مان جواب ملي ويو. الزام بدچلني ۽
آوارهگرديءَ جو لڳايو ويو. اسڪول جي شاگردن جا لوڙ ٿي ته سڀني ماستريائي
خوش اخلاق ۽ سٺي سيرت جي مالڪ هئي، محنت سان پڙهائيندي هئي،
سڀني سان محبت سان پيش ايندي هئي. جيئن ماستر جا لوڙ ٿيا ته پريا تي
الزام ڪوڙا هئا پر ڪير به پريا تي لڳل الزامن جي ترديد نه ڪري سگهيو.
اسان جي معاشري کي نه ڄاڻ ڇا ٿي ويو آهي! ڪنهن هڪ ڏاڍي انسان
اڳيان سوين ماڻهو، ڇا مڙندي بڻجندي، حق جو ڪلمو ادا ڪرڻ کان لنوايو
وڃن! ڇا اهو هڪ ماڻهو جنهن متعلق هر هڪ ڄاڻي ٿو ته بداخلاق
آهي، بدسيرت آهي، هوس پرست آهي، سوين هزارين بي انسانن
کان ڏاڍو آهي؟ صرف هڪ شخص پرڏان جي الزامن جي بنياد تي هڪ
پارسا، پاڪدامن، خوش اخلاق، خوش سيرت نيڪ دامن عورت تي
تهمتون مڙهي ڪيس روزگار کان بي دخل ڪري ڇڏيو ويو ۽ ڪير
به اڪر ڪين ڪڇيو! پريا کي ته اڳ ئي اندازو هو ته اهو ٿيندو. سو هوءَ
به بنا ڪنهن احتجاج جي ننڍڙي چترنجن کي هنج تي کڻي نئين منزل
ڳولهڻ هلي. سندس نئين منزل امرتسر هئي. گاڏيءَ جي سفر دوران
پريا جي همسفر هڪ پوڙهي عورت هئي ۽ پريا پنهنجي روايتي سڀاءُ
جي ڪري پوڙهي عورت کي آرام پهچائڻ جي هر ممڪن ڪوشش
ڪئي. اها پوڙهي عورت به امرتسر وڃي رهي هئي. پريا پوڙهيءَ کي
پنهنجو درد ڀريو داستان ٻڌايو ۽ آئنده لاءِ امرتسر جي ڪنهن گمنام
آباد علائقي ۾ سلائي ۽ پرت پري پنهنجو ۽ پنهنجي ٻار جي ٽڪري
جو گذر سفر ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيائين. پوڙهيءَ وٽ امرتسر ۾ ٻه
گهر هئا، هڪ ۾ پاڻ رهندي هئي ۽ ٻيو مسواڙ تي ڏيئي انهيءَ مان زندگيءَ
جو گاڏو هلائيندي هئي. هن پريا کي آٿت ڏني ۽ چيائين ته امرتسر ۾
مون وٽ هلي رهه. آئون توکي پنهنجي ڌي ڪري سمجهندس ۽ ٻار جي

وارن سان واقفيت به ڪرائي ڇڏي هئي پس جي سلائي ۾ پرت لاءِ
ڪپڙا به ملڻ لڳن... پريا اها آڇ قبول ڪئي ۽ امرتسر ۾ پوڙهيءَ جي
شفقت جي ڇانوَ ۾ زندگيءَ جو نئون باب شروع ڪيائين. پريا جون ضرورتون
انتهائي محدود هيون، ڪيس ڪو ميڪ اپ جو سامان ۽ عطر عنبير ڪونه
گهربا هئا، وري هر ويلي تي زردا ۽ پُلاءُ کائڻ لاءِ ٿي کپيا. بس
ايترو جنهن ۾ وقت تي پيٽ گذر ٿي سگهي، سو ايترو ڪيس انهيءَ
ننڍڙي غريب پاڙي ۾ رهندي، اتي جي عورتن ۽ ٻارن جا ڪپڙا سلائي
ڪنديءَ پرت پرينديءَ ڪيس ايترو ملي ويندو هو جيڪو هن جيون جي
حياتيءَ جو ڳاڏو اڳتي هلائڻ لاءِ ڪافي هوندو هو. ننڍڙو ڇترنجن
هاڻ ٻاتڙي ٻولي ڳالهائڻ به سکيو هو ۽ سندس مٺڙا مٺڙا ٻول ٻڌي
پريا جي دل پيئي ٺرندي هئي.

پريا جي زندگيءَ جو سفر دراصل ڪنهن وڏي جبل جهاڳڻ جيان
هو، جنهن تي چڙهندي، مٿ پير زخمي ڪرڻ کان پوءِ اچتو
ئي اوچتو ڪٿي ڪو چانهه وارو سرڪو نڪر نظر اچي وڃي ته ماڻهو اتي
ويهي ڪن پل لاءِ ٿڪارو ڪائي، ڪجهه آرام ڪري ساهت پاچي ته وري
چانهه هنبو وجهي ۽ انهيءَ انسان کي چڙهائيءَ وارو سفر هڪ وار وري شروع
ڪرڻو پوي. امرتسر ۾ پوڙهي مائيءَ جو اهو سهارو وارو گهر پريا لاءِ جبل
وارو اهو چانهه وارو ٺڪر هو. هو پنهنجي حال تي خوش هئي. لاڏن ۽
ڪوڏن ۾ نپايل امانارڪ ناري زماني جي ڏتل ڏکن جو بهادريءَ سان مقابلو
ڪري رهي هئي ۽ ڪا شڪايت به نٿي ڪيائين نه وري ڪنهن جي اڳيان جهڪي
هئي! نه ئي جهڪي. جيڪا ماهه نوجوان جسم جي اندر ۾ لڪل هوندي آهي
تنهن کي پاڻيءَ جو ڇنڊو نه گهرجي نه! ۽ هت ته اصل ڪنوار ڪامل ٻيو هو...
هڪ وار مرد جي ڇها ...، مرد جي لمس، مرد جي سنڱ ۽ قرب کي
حاصل ڪرڻ واري لاءِ باقي زندگي گذارڻ بنهه ڏکيو ڪم آهي! پريا ۽
ڇترنجن زندگيءَ ۾ صرف هڪ رات، هڪ دفعي لاءِ هڪ ٿيا هئا ۽ تنهن کان

پوءِ اڪيلائپ جو عذاب هوءِ پريا جي جان هئي! مٿان وري راهه ۾ کيس
حاصل ڪرڻ جا خواهش مند به بيشمار هئا جيڪي پنهنجو سڀ ڪجهه
شايد سندس ميرتان واري چڱڻ لاءِ به تيار هئا وڃين ها پر ڪير به کيس
خريد نه ڪري سگهيو نه جهڪائي سگهيو. جيترا سارا ڏک ڏولاوا ڏسڻ
جي باوجود غريبيءَ جي باوجود سندس سونهن ۾ سوڀيا جو سج اڄ
به سگهي ڏاهه ڏوهه سان چمڪي رهيو هو ۽ پنهنجي جسماني خواهشن
۽ گهرجن کي شڪست ڏيئي ڇڏي هئي مهان هستيءَ جو ڇايان اڄ به اوچو هو!
پريا فاضل وقت ۾، وقت گذارڻ لاءِ، پوڙهيءَ جي گهر جو ڪم به
ڪري ڇڏيندي هئي. جي اوڙي پاڙي ۾ ڪنهن کي به سندس مدد
جي ضرورت پوندي هئي ته به ڪڏهن انڪار نه ڪندي هئي ۽ پڻ پاڙي
جي ڪجهه ڇوڪرين کي تعليم ڏيڻ جو سلسلو پڻ شروع ڪيائين. پر
سندس زندگيءَ ۾ سک ۽ شانتي شايد هميشه لاءِ اڃان نه آئي هئي!
هڪ ڏينهن پريا، پرڏان کي پنهنجي گهر واري گهٽيءَ ۾ ڏٺو! سمجهي
ويئي ته عزت ۽ سک سان زندگيءَ جا باقي ڏهاڙا هت به نه گذاري
سگهندي! سوچيائين ته ڪجهه ٿيڻ کان اڳ ئي ڪنهن ٻئي پاسي
هلي وڃي پر پاڙي وارن سان ڪهڙو بهانو ڪندي؟ پوڙهي عورت کي
ڇا چوندي جيڪا کيس ڌيءُ سمجهندي هئي؟ دل ڪڙو ڪري ايندڙ
آزمائش لاءِ ذهني طور تي تيار ٿي معمول مطابق زندگي گذارڻ ريندي رهي.
ست ئي هڪ ڏينهن، سندس سلائيءَ واري مشين چوري ٿي ويئي.
مشين نه ذاتي هئس، ڏک پڇائي وڃي ها پر پاڙي ۾ هڪ شادي هئي
۽ ڪنوار جا ريشمي ڪپڙا سبڻ لاءِ کيس ڏنا ويا هئا سي به گم هئا!
وڌيڪ جيڪا به بچت هئي سا سڀ انهن ڪپڙن عيوض ڏيڻي پئجي ويس.
ڳالهه رڳو ايتري هجي ها ته به خير هو پر پاڙي جي ڪن عورتن طرفان
اها ڳالهه ٿيڻ لڳي ته پريا ڪپڙا پنهنجي ڪنهن يار کي ڏيئي ڇڏيا آهن.
يار جو ثبوت ڇتر نجن هو جنهن جو پيءُ بقول پريا جي مري چڪو هوءِ هو

بيواهه ٿئي پرڪن عورتن چترنجن کي گناهه جي ميرا ٺُش قرار ڏيڻ
شروع ڪيو ۽ مڙس جي موت واري ڪاله کي ڪوڙو قرار ڏيڻ شروع
ڪيو !! هاڻ پريا هن پارٽيءَ ۾ به وڌيڪ وقت رهي نٿي سگهي! سلائيءَ
جوڪم ته ائين ٺپ بند ٿي چڪو هو پرهاڻ عورتن سان ڳالهائڻ
به ختم ڪري ڇڏيو هو ۽ پنهنجي ڏيئرن کي پڙهڻ لاءِ به ونش
اچڻ جي اجازت نه ڏيندا هيون. سو پريا هڪ ڏکوئيندڙ زندگيءَ
جي اوڏي جبل جي چوٽيءَ تي اڪيلي رواني ٿي! وقتي چانهه وارو
ٺکر کيس راس نه آيو ۽ سندس پيرن هيٺان کسڪي ويو. چترنجن،
دنيا جي هر غم کان بي نياز، انهيءَ حقيقت کان بي خبر ته سندس
منڙي ماءُ سان دنيا وارا ۽ سندس هم جنس ڪهڙا ڪلور ڪري رهيا
هئا. پريا جي ڪلهي تان پنهنجين ننڍڙين آڱرين سان دنيا کي ڏسي
رهيو هو ۽ پريا نامعلوم منزل ڏانهن وڃي رهي هئي! آڳي هوءَ جڏهن به
هڪ هنڌ ڇڏي ٻئي منزل لاءِ رواني ٿي ٿي ته وٽس هر ڀيرو ڪجهه نه
ڪجهه پئسا ڏوڪڙ هوندا هئا جن سان روزگار جو ڪو بندوبست
ٿي ويندو هو. پر هاڻي پريا هن ٽاڻي تائين هوءَ ماني لوڙ جو بندوبست ڪندي هئي، پر اڄ هوءَ صفا
هٿين خالي هئي! ڪيڏانهن وڃي؟ خيال آيس ته دربار صاحب ڏانهن
وڃي جتي ڪافي تعميراتي ڪم هلي رهيو هو ۽ غريبن مسڪينن لاءِ
لنگر به ورهائبو هو! پرهن پنهنجي پٽ جي پرورش خيرات سان نٿي
ڪرڻ چاهي. سو فيصلو ڪيائين ته به وقت ماني جي حصول جي ترڪيب ڪري
لوءِ لنگر مان ماني وٺندي، ائين گهٽ ۾ گهٽ خود به مطمئن هوندي ته پنهنجي
پورهئي جي ماني کائي رهي هئي. سو چترنجن کي چانهه ۾ هڪ پاسي سماري،
پاڻ پٿرن جو ڍونڍ ڍونڍ پري تعمير واري هنڌ تائين پهچائڻ لڳي. پيلهي سان
پٿر کڻندي ۽ وجهندڙ ۽ ڪوندي ڪنا ٿي سندس منهن تي رڪائيندڙ به هڪ
سرد هو! ڪجهه ڏينهن شرافت جو مظاهرو ڪرڻ کان پوءِ اهو دربار صاحب جو
هن مت ڳار ٻاهر ملي جا ميري اچي ويو. سندس هٿ پريا جي ڳل ۾ ايتريقدر

جو چاقوءَ سان به وڙهڻ لڳا. پريا اهو پاسو ڇڏي، ميرن ڀڄڻ شروع
ڪيو، سندس نئون عاشق اتي به اچي پهتو ۽ سندس اڳيان پويان
هلڻ لڳو. پريا ٿڪي ٿي ۽ چار چار ميرون گڏ ڪري مٿي تي رکي نعمراڻي
منت تي پهچائي رهي هئي پر هن پاسي رستي ۾ ڪيترائي ميرون اڌ ڦاٽا
پيا هئا جن جي ڪري ڏاڍي خيال سان. سنڀالي سنڀالي قدم ٿي کڻو
پيو مٿان ڪٿي پير آ ترڪي پريا جي احتياط جو به ڪو نتيجو نه نڪتو ۽ پير
ميرن ۾ وچڙي پيس، ڌڪو وڃي ڪيائين. سامهون پيل هڪ ميرسان
مٿو وڃي لڳس ۽ رت گهارا ٿي وهڻ لڳو! نيٺ به نه هڪ ڪمزور عورت
هئي! بيهوش ٿي وئي. نه پنهنجو ڪو هوش نه آگين جي ٻلور جي ڪا خبر.
مزورڪم ڇڏي کيس هڪ ڪٽولي تي وجهي ويجهي اسپتال تي کڻي آيا
جتي ڊاڪٽر غير حاضر هوءِ ڪمپائونڊر مشورو ڏنو ته کيس شهر جي
ناليري ڊاڪٽر، ڊاڪٽر سچل وٽ کڻي وڃجي. پريا جو نئون عاشق،
چتر نجن کي به کڻي آيو هو سو پنهنجي ڪي کڻي ڊاڪٽر سچل جي اسپتال تي پهچايائون
ڊاڪٽر سچل، علائقي جو هر دل عزيز ڊاڪٽر هو، غريبن ۽ لاچارن جو
خدمتگار مشهور هوءِ ڏينهن رات انسانيت جي خدمت ۾ مصروف رهندو
هو. جهڙو هوس نالو، تهڙو هوس ڪردار ۽ ڪم. پريا جي نبض تي چڱو
خاموش هو. ڊاڪٽر صاحب ترت تڪڙ ۾، ٽانڪا لڳائي زخم بند ڪيو جنهن
سان رت وهڻ بند ٿيو پلوءَ گڏ آيلن کان مريض متعلق پڇا ڪيائين، پر مريض
کي نه ڪير به نه سڃاڻندو هو! يعني هوءَ لاوارث هئي، سو ڊاڪٽر صاحب انهيءَ
ڪري، هين گڏ آيل مزورن کي اهو چئي واپس موٽائي ڇڏيو ته ”مريض جي
سارسنڀال ۽ علاج هاڻي منهنجي ذمي آهي.“ انهيءَ ميڙ ۾ پريا جو پنهنجو
ڪير هو؟ ڪير به نه. صرف هڪ شخص ”ٿس“ عاشق ٿي پيو هوءِ ان جو عشق
به پريا جي روح سان نه پر سندس سونهن ۽ شباب سان هوءِ سونهن ۽ پرنور
شباب جي مالڪ اها هستي هاڻ في الحال ڪنهن ڪم جي نه هئي، تنهنڪري
انهيءَ عاشق نامراد به اتي ترسڻ مناسب نه سمجهيو ۽ هين سان گڏ واپس

هليو ويو.

پر ملڪ ڪنهن ڪي ڇڏيو آهي؟ جي هڪ سهارو ڪسجيو وڃي ته هو پيدا ٿيو هوئي، جي ظاهري روشنيءَ وارا چراغ وسامي وڃن ته ڪنهن اندروني نور جي روشني پنهنجي انسان لاءِ رهبر بڻجيو وڃي! پوڙهي عورت جي ڪمزور حالت مان نڪري، اتفاق سان، پريا ڊاڪٽر سچڻ جهڙي عقليد، شفيق ۽ هر دل عزيز انسان جي مضبوط حفاظت ۾ پهچي وئي هئي! پريا، بي ستور بيهوش هئي جو رت گهڻو وهي ويو هو ۽ چتر نجن هڪ پينگهي ۾ آرام سان ستو پيو هو، ۽ ڊاڪٽر سچڻ جهڙو مهربان، رحم دل آڪيون، پريا جي نگهباني ڪري رهيو هيو ——.

ڊاڪٽر سچڻ، زندگيءَ جا ستر ورهيه گذاري چڪو هو.
خانداني جاگيردار رهيو پر روايتي جاگيردارن کان هر لحاظ کان مختلف، ٻيا
جاگيردار ته غريبن جي رت ۾ ست سان پنهنجي جاگير جي حدن ۾ اضافي
ڪرڻ لاءِ ڪوشان رهندا آهن پر ڊاڪٽر سچڻ، پنهنجي جاگير جي سموري
حاصلات غريبن جي علاج معالجي تي خرچ ڪندو هو. ڏڪايل انسانيت
جي خدمت تي خرچ ڪندو هو. هن نه ڄاڻ ڪن سببن جي ڪري شادي
نه ڪئي هئي، تنهن ڪري کيس پنهنجو اولاد به ڪونه هو. پر پريا ۽
چترنجن وٽس پهتا ته هن اهو سمجهيو ته خدا مونکي اولاد جي
نعمت سان نوازي ڇڏيو آهي. هن پنهنجو سمورو پيار، پريا ۽ چترنجن
لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. پر انهن به نه هو ته ڪو هو هاڻي پنهنجن سريمن
کان غافل ٿي ويو هو. سريمن جو ته پاڻ هو ڪلهي کان به وڌيڪ خيال رکڻ
لڳو هو جو هن انهيءَ ڀاڻي خدا جي مهرباني ۾ لڌا ٿي سچڻ چاهيا جنهن
کيس پيريءَ ۾ اهو سهارو مهيا ڪري ڏنو هو. هوڏانهن پريا سوچي رهي هئي
ته زندگيءَ ۾ انسان کي جيڪي تڪليفون، ڏک ۽ ڏولاوا ڏسڻا پون ٿيون جو
مقصد ڪو هميشه اهو به نه هوندو آهي ته انسان کي تڪليف ٿئي، پر اڪثر
اهي ڏک ۽ تڪليفون انسان کي ٽڪرو پنهنجي منزل تي يا ڪنهن مضبوط
سهاري جي پاڇي ۾ پهچائي ڇڏين، جئين خود سان ٿيو، نه کيس
ڏک اچي ها. نه هوءَ بيهوش ٿئي ها ۽ نه ماڻهو کيس ڊاڪٽر سچڻ وٽ
کڻي اچن ها ته جيڪر هوءَ بس ستور گوردواري ۾ سرون کڻندي رهي ها ۽
ٿڌي ڇانو ۾ مٽڪ جو ساهه نه کٽي سگهي ها، يا وري ڪنهن پرڏان جي
چاري ڦاسي پوي ها. پر انهيءَ ڏک کيس ڊاڪٽر سچڻ جهڙي شفق
۽ انسان دوست شخصيت جي پناهه ۾ پهچائي ڇڏيو جتي هاڻ کيس نه
پنهنجي عزت ۽ عصمت جو ڪو ڊپ هوءِ نه نئين زري چترنجن جي پيٽ
پرڻ جو فڪر... هوءَ سک ۾ شانتيءَ سان بي فڪر ٿي، چترنجن جي

پروش به ڪري سگهي ٿي ۽ ميشن اسپتال ۾ جيڪي ڪجهه سکيو هئائين، سو مريضن جي ڀلي لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿي. ڊاڪٽر سچل جڏهن اهو ٻڌو ته هو هڪ تربيت يافته نرس هئي ۽ عورتن جي مخصوص بيمارين ۽ حمل ۽ ٻچي ڄڻ واري علم کان واقف هئي تڏهن هو ويتر وڌيڪ خوش ٿيو ته عورتن جي جن بيمارين ۽ جن تڪليفن جو هو علاج نٿي ڪري سگهيو سو هاڻ پريا جي ڪري ممڪن ٿي پيو هو. پريا وري اهڙي شخصيت هئي ۽ زماني جي ڏکن ۽ تڪليفن کي برداشت ڪندي سندس سرشت هاڻ اهڙي ٿي ويئي هئي جو نه ڪيس ڪو به ڏک ۽ تڪليف پريشان ڪري سگهندا هئا نه وري ڪم جي گهڻائي، هاڻ هو سچو ٻڌن ڊاڪٽر سچل صاحب سان گڏ اسپتال تي ڪم ڪندي هئي. ڪنهن کي ڏسوته سٽي پٽي لڳائي، ته ڪنهن جو ويم پٽي ڪرائي ته ڪنهن جو ڦٽ صاف ڪري پٽي ٻڌي ته ڪنهن وقت ڪنهن روئندڙ انسان کي آٿت پئي ڏئي... ۽ انهيءَ سموري ڪم مان وقت ڪڍي، گهر جو به سچو انتظام سنڀاليو ويٺي هئي. گهر جي صفائي ۽ رڌ پچاءُ به سندس ذميواري هئي ۽ هو ايترو ڪم ڪندي به نه ٿڪبي هئي، نه ورچندي هئي. ڇنڇر جي اسپتال ۾ ٿي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ ويٺو پنهنجن راند ٻڪن سان راند ڪندو رهوته ڪنهن وقت وري اسپتال ۾ آيل مريضن کي گهمائي ڦيرائي وٺي ويندو هئو... ڪڏهن شام جي وقت ٻيا وري موڪل جي ڏينهن ڊاڪٽر سچل پريا ۽ ڇنڇر جي کي پنهنجي موٽر ۾ چاڙهي گهمائڻ به وٺي ويندو هو، ڪڏهن دريا ڪناري ته ڪڏهن ميونسپل باغ. زندگي پنهنجي ڏرين لاءِ سک ۽ شانتيءَ، خوشي ۽ آرام جو پيغام کڻي چڪي هئي، پر هيءَ ظالم دنيا ڪنهن تان به نٿي گسي.. ڊاڪٽر سچل جهڙي ملائڪ تي به آهستي آهستي الزام لڳڻ شروع ٿيا ته آخر هن ڪهڙي مقصد خاطر هڪ جوان ۽ سهڻي عورت کي پنهنجي گهر ۾ رکيو آهي. گهڻا ئي ته اهڙن ماڻهن جي هئي جيڪي ڊاڪٽر سچل جي اخلاق ۽ ڪردار جي عظمت جا شاهد هئا ۽ جيڪي ڊاڪٽر سچل متعلق

اهڙي ڪا بيهودي ڳالهه سوچي به نٿي سگهيا، پر اها گهڻائي وري گهڻو ڪري خاموش رهندي آهي ۽ گهٽ تعداد ۾ هجڻ جي باوجود ڪجهڙي ۽ نيچ ذهنيت وارا انسان پنهنجو وارڪري وٺندا آهن. ڊاڪٽر سچل ۽ پريا جي تعلق متعلق وري شرپسندن مذهبي ٺٺوليون ڪيون ته هڪ هندو ڇوڪري مسلمان جي گهر ۾ ڪيئن ٿي رهي؟ ڪجهڙن وري ڊاڪٽر تي اهو الزام هنيو ته هن پريا کي زوري مسلمان ڪيو آهي ۽ زوري کيس گهڻو ماٺا جو ڪوشش. ڪارائي مذهب تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هيڏانهن وري ڪي ته پريا جا وارث ٻڌجي پيا ته هو ٻيڪ آهي ۽ مسلمان جي گهر ۾ نٿي رهي سگهي! ڪجهڙن وري ڊاڪٽر سچل ۽ پريا جي تعلق متعلق اخلاق ڪان ڪريل الزام عائد ڪرڻ شروع ڪيا. ڳالهه جڏهن وڌي ويئي ته هن انهن ئي شرپسندن ڊاڪٽر سچل ۽ پريا جي معاملي کي ڊپٽي ڪمشنر بهادر جي ڪورٽ تائين پهچائي ڇڏيو.

ڊپٽي ڪمشنر بهرحال هڪ سمجهدار ۽ بزرگ آفيسر هو ۽ پنهنجي عقل ۽ سمجھ جي بنياد تي هيتري اهم عهدي تائين رسيو هو، سو هو ڪي مذهبي جنون، ۽ چند شرپسندن جي چوڻ تي سندن مرضي مطابق ته فيصلو ڏيئي نٿي سگهيو. مٿان وري معاملو هو ڊاڪٽر سچل جو! اهو شخص جنهن وٽ هر امير غريب ايندو، ٻيڪ عيسائي ۽ مسلمان علاج لاءِ ايندو هو ۽ هن علاج ڪرڻ وقت ڪڏهن ڪنهن کان اهو نه پڇيو هو ته هندو هو، سک، سو يا مسلمان، ۽ نه وري هن ڪنهن جي صورت ۾ به ڪنهن تعصب کان ڪم ورتو هو. يا جيڪو شخص سچي عمر، سچي جواني سريغن جو علاج ڪندو رهيو ۽ انهي دوران لازما هن ڪيئن خوبصورت چهرا ڏٺا هوندا جن مان ڪيترائي سندس زندگي جا همسفر ٿيڻ لاءِ خواب به ڏسندا هوندا، پر ڊاڪٽر سچل جواني جي انهي منهزور دور ۾ به پاڪ ۽ صاف رهيو هو سو شخص هن وقت ڪيئن ٿي اهڙو ڪو به ڪڌو ڪم ڪري سگهيو؟ سو ڊپٽي ڪمشنر پريا کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو. پريا نهايت اعتماد سان پنهنجي زندگي جو

اهول ڊپٽي ڪمشنر کي پڻ اهو سوال پنهنجي شاديءَ واري واقعي جي، پر پوءِ آخر ۾ چيائين "سائين منهنجا، هن بدبودار سماج جو منهنجي آزاديءَ تي ڪو به حق نه آهي. آئون هڪ آزاد انسان آهيان ۽ باعزت زندگي گذارڻ چاهيان ٿي. جي هيءُ گندو، سازشي سماج مونکي پنهنجي پسند مطابق زندگي گذارڻ جي اجازت نٿو ڏيئي سگهي ته پوءِ آئون انهن جي مرضيءَ مطابق زندگي گذارڻ کان به انڪار ٿي ڪريان. آئون انهيءَ ريت زنده رهڻ کان موت کي ترجيح ڏيندس. ڊاڪٽر سچل کي مون پتا سمان سمجهيو آهي ۽ منهنجي من ۾ سندس حيثيت پتا واري آهي ۽ هو به مونکي پنهنجي ڌيءَ لڳو سمجهي!! ڇا لوهاڻن جو انصاف مونکي، يا ڪنهن به مظلوم انسان کي، ڪنهن بيوس عورت کي، سندس پيءُ سان گڏ رهڻ جو حق نٿا ڏيئي سگهن ؟.

ڊپٽي ڪمشنر، پريا جي پراعتماد لهجي مان ٿي اندازو لڳائي ورتو هو ته ڇوڪري جيڪي ڪجهه ڳالهائي رهي هئي سو سچ هو، ۽ مٿس لڳايل الزام سراسر ڪوڙا هئا... فيصلو ٻڌائڻ کان اڳ هن هڪ ٻيو سوال پڇڻ به مناسب سمجهيو" ڇا لوهاڻن مذهب اسلام قبول ڪري ورتو آهي ؟؟.

پريا ورائيو.. منهنجو مذهب "انسانيت" آهي... آئون نه مسلمان آهيان. نه هندو، نه سک نه عيسائي ... ۽ جي ايمان وضاحت چاهيو ٿا ته ٻڌو، مون مسلمانن جو ڪلمو نه پڙهيو آهي، پر انهيءَ جي ڪري منهنجي زندگيءَ ۽ آزاديءَ جا مالڪ هندو يا سک به نه آهن جو آئون انهن مذهبن جي به جنوني پوئلڳ نه آهيان..

ڊپٽي ڪمشنر پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي پريا جي پر ۾ بيٺو، سندس مٿي تي هٿ رکندي چيائين "آفرين هجي تنهنجي همت کي ڌيءَ، جو لوهاڻن هيترو عرصو هنن راڪاسن سان وڙهندي آئي آهين.. اسان جو قانون تنهنجي آزاديءَ جو بالڪل تحفظ ڪندو ۽ تنهنجي انهيءَ خواهش جو احترام ڪندو ته توکي پنهنجو پسند مطابق زندگي گذارڻ جو موقعو فراهم ڪري.. لوهاڻن بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي پنهنجي روحاني پيءُ ڊاڪٽر سچل سان گڏ رهي

سگھين ٿي. قانون تنهنجي آزادي، تنهنجي عزت جي هر ممڪن
حفاظت ڪندو". ايترو چئي ڊپٽي ڪمشنر صاحب پوليس ڪپتان کي آرڊر
ڏنو ته ڀريا کي ڊاڪٽر سچل جي بنگلي تي پهچائي ۽ سندن جان ۽
مال کي ڪنهن به نقصان کان بچائڻ لاءِ جوڳو بندوبست پڻ ڪيو وڃي.

۽ پٺي ڪمشنر جي فيصلي، ڳوٺاڻن جي اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. سرڪاري ڪمورتي نااميد ٿيڻ ڪانپوءِ هنن وري اعلان ڪيو ته جيسين ڊاڪٽر سچل، پريا کي پاڻ وٽ رکندو، تيسين ڪير به ڪا شيءِ علاج نه ڪرائيندو! پر انهيءَ تي به عمل نه ٿي سگهيو. ڊاڪٽر ڪنهن کان علاج جا پيسا نه وٺندو ڪونه هو جو کيس مريضن جي نه اچڻ ڪري بکيو رهڻ جو انديشو هجي! ۽ اهي غريب ماڻهو جن جو هو علاج ڪندو، هو سي بائيڪاٽ ڪري ڪيڏانهن وڃن ها؟ مفت علاج ۽ عزت محبت کي ڇڏي راڪاسن وٽ وڃن ها؟ پيا جيڪي ڊاڪٽر شهر ۾ ويٺل هئا سي ته اصل مڙئي ڪاتيءَ سان سير وهائڻ وارا هئا، نه دل ۾ ڪو رحم نه زبان ۾ ڪا محبت! سو ڊاڪٽر سچل وٽ مريض بدستور ايندا رهيا. پريا جي چوڻ تي ڊاڪٽر هڪ ويم گهر به ٺهرائي ڇڏيو هو جتي پريا پنهنجي سکيا انسانيت جي خدمت لاءِ استعمال ڪندي هئي، ڳوٺ ڳوٺ هن درزڪو ڪم سيکارڻ جو ڪم به شروع ڪيو. غريب ۽ لاچار عورتن کي، جن جي ڪمائيءَ جو ڪو ذريعو ڪونه هوندو هو، تن کي سلائيءَ ۽ ڀرت جي سکيا خود پريا ڏيندي هئي.

ڪجهه ئي ڏينهن ۾ ڊاڪٽر سچل سان گڏو گڏ پريا جو به نالو ڪافي پري پري تائين مشهور ٿي ويو. عام تاثر اهو هو ته پريا جي هٿ ۾ شفا هئي. جنهن جو به ٿي علاج ڪيائين سو ٺيڪ ٿي ٿي ويو. پري پري کان مايوس ۽ لاعلاج قرار ڏنل مريض ڊاڪٽر سچل ۽ پريا وٽ علاج لاءِ اچڻ لڳا. ۽ پريا کي هن ڳوٺ ۾ اچي علاج ڪرڻ جون درخواستون به ملڻ لڳيون، پر هن وٽ ايترو وقت نه هوندو هو جو هن ڳوٺ ۾ وڃي مريضن جو علاج ڪري. ڊاڪٽر صاحب جو هڪ دوست ڊهرادون ۾ بيمار ٿي پيو ته پريا کي اتي وڃڻو پيو جو ڊاڪٽر جو حڪم هو نٿي ٽاري سگهي ۽ ڊاڪٽر پاڻ انهيءَ ڪري نه ويو جو هن ڏٺو

پٽي ۽ پريا جي ”محبت پيٿي“ جو نتيجو سندس ”ايلو پيٿي“ کان وڌيڪ اثرائتو ثابت ٿي رهيو هو. باقي رهيو معاملو چترڪن جو، ۽ هو هاڻ ڊاڪٽر صاحب سان ايترو ته مانوس ٿي چڪو هو جو پريا کان ڌار به رهي سگهيو ٿي. پريا ڌهرادون ويئي، مريض جو علاج ڪري واپس ”سهارنپور“ ريلوي اسٽيشن تي ڪيس گاڏي مٽائڻي هئي، پر مزدور جنهن تي پريا جو سامان کنيو هو سو گم ٿي ويو. پريا ڏاڍي پريشان ٿي ويئي ته هاڻي ڇا ٿيندو. گاڏي به اچڻ واري هئي. نيٺ هن اسٽيشن ماستر کي اطلاع ڏنو جنهن ٻڌڻ ته افسوس جو اظهار ڪيو ۽ پوءِ دلداري ڏيندي چيائين ”توهان ڪو به فڪر نه ڪريو. توهانجو سامان ضرور توهان کي ملي ويندو. هتي قلين جي هڪ انجمن تشڪيل آهي جنهن جو مک ”ٽڪ راج“ نالي مزدور آهي ۽ سڀ قلي ڪيس ڏاڍو چاهين ٿا. ٽڪ راج قلين ۽ سندن ٻارن کي تعليم جي روشنيءَ سان منور ڪرڻ لاءِ هڪ اسڪول به هلائي رهيو آهي. ۽ هڪ ڪو آپريٽو (co operative) سوسائٽي به اٿن جنهن ۾ سڀن جو پئسو لڳل آهي. اهو واقعو ڪنهن نئين قليءَ ڪيو هوندو پر ٽڪ راج توهان جو سامان هٿ ڪري ڏيندو.“

اسٽيشن ماستر پوءِ ٽڪ راج کي سڏايو ۽ ڪيس واقعي جو اطلاع ڏنائين. هن اهو ٻڌندي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ چيائين ته هو ڪوشش ڪري سامان هٿ ڪري ڏيندو.

پريا جو سامان ڪو خاص قيمتي ڪو نه هو، پر جنهن شيءِ ڪيس پريشان ڪيو هو سا هئي سندس پريتم چترڪن جي تصوير جيڪا سندس بيگ ۾ موجود هئي ۽ چترڪن جي اها هڪ ئي تصوير پريا وٽ هئي جنهن کي ڏسي ڏسي منجهس زنده رهڻ جي ۽ ڏکن کي منهن ڏيڻ جي طاقت پيدا ٿيندي هئي! هاڻ نه وري هن جي دل ۾ ٽڪ راج سان ملڻ جو به خيال پيدا ٿي پيو جيڪو پاڻ به هڪ مزدور هو پر ڪيس مزدورن جي ڀلائي جو ايترو خيال هو جو سندن تعليم لاءِ اسڪول به هلائي رهيو هو. ۽

ڪوآپريٽو. سوسائٽي ۾ ملازم هئائين! پريا جي دل ۾ هر هڪ دل ۾ انسانيت جو درد پنهنجي دل ۾ رکڻ ۽ انسان لاءِ ٻيا نت عزت موجود هئي!

ٿوري دير ۾ اسٽيشن ماسٽر ويٽنگ روم آيو. ساڻس گڏ هڪ مضبوط جسم ۽ پوري پني قد وارو قلي هو جنهن جي مٿي تي پريا جو سامان رکيل هو. اسٽيشن ماسٽر پريا کي ٻڌايو ته اهوئي شخص مُک راج هو. اهو ٻڌي پريا اٿي بيٺي ۽ ٻئي هٿ جوڙي کيس پرنام ڪيائين ۽ کيس ڪجهه انعام ڏيڻ لاءِ پنهنجي پرس ۾ هٿ وڌائين پر مُک راج جي چهري تي نه ڄاڻ پريا کي ڇا نظر آيو جو هوءَ گهٻرائجي ويئي ۽ چيائين • ڏسو ته، لقمان ته منهنجو سامان کڻي آيا آهيو، مهرباني پر جنهن قلي کي مون سامان کڻڻ جو چيو هو، تنهن کي مزوري نه ڏني نه .....

مُک راج چيو "اهو هڪ نئون ڀرتي ٿيل قلي آهي، هو پنهنجي ڪئي تي پشيمان آهي. سندس يارن آڻيو لقمان کان معافي لاءِ گهرايون. هن کي مزوري جي رقم نه، معافي گهرجي..

پريا وراڻيو: "مونکي منهنجو سامان واپس ملي ويو، هاڻ مونکي ڪا شڪايت ڪونه آهي.

مُک راج، پريا کي چيو "لقمان جي گاڏي روانگي ٿيڻ واري آهي، هلو ته لقمان کي سوار ڪرايون..

پوءِ جڏهن سامان رکجي ويو ۽ پريا سيٽ تي ويهي رهي تڏهن مُک راج سيٽ پليٽ فارم تي لهي بيٺو، پريا هٿ ٻڌي موڪلايو ۽ گاڏي پليٽ فارم تان کسڪڻ لڳي. پريا آخر تائين مُک راج ڏانهن نهاريندي رهي، هو ڪو سهڻو، من موهيندڙ جوان ڪونه هو جنهن سان ڪو پريا کي محبت ٿي ويئي هئي، پر سندس چهري تي جيڪو وقار هو، جيڪو سچائي ۽ عظمت جو نور هو تنهن پريا کي ڏانهن متوجه ڪيو هو.. هن جي چهري جو هڪ پاسو ڪجهه اڏوهو جلل هڪ پاسي جي چاڙي پنهنجي جاءِ

تان ڪسڪيل هجي. نرڙ تي به هڪ وڏو زخم جو نشان هئس پر سندس اکين ۾ روشني هئي، سندس گفتگو ۾ چاشني هئي ۽ سندس سڀاءُ ۾ وقار هو، پريا جي دل ۾ خواهش پيدا ٿي ته اهڙي سهڻي سڀاءَ ۽ سهڻي دل رکندڙ انسان سان جيڪر من اندر جون ڳالهيون ڪجن، پر هاڻ ته گاڏي مان اسٽيشن به لڳڻ ڪونه ٿي آئي، مڪ راج سندس زندگيءَ ۾ هڪ ساعت لاءِ داخل ٿي، واپس نڪري چڪو هو !!

واپس امرتسر پهچي پريا پنهنجن مريضن ۽ شاگردياڻين ۾ معروف ٿي ويئي، پر مڪ راج سندس دل ۾ موجود رهيو.. ڪيترا دفعا من ۾ آيس ته سهارنپور وڃي ۽ وڃي مڪ راج سان ملي، پر سندس زندگي ڪا سندس وس ۾ ته هئي ڪونه ۽ مريض ڪٿي ٿا ڪيس ايتري موڪل ڏين جو هوءَ سهارنپور وڃي سگهي! مٿان وري سندس نيڪي پڌري هڪ پوڙهي عورت به علاج لاءِ آيل هئي، جنهن کي بيهوشيءَ جا دورا ٿي پيا. سندس مڙس هڪ امير ڪبير ماڻهو ٿي لڳو جنهن پنهنجي زال جي بيماريءَ تي پنهنجي سموري دولت لٽائي ڇڏي هئي پر ڪٿان به ڪو فرق نه ٿيو هو! پوڙهيءَ ۽ سندس امير مڙس کي ڏسندي ئي پريا سڃاڻي ورتو هو، پر هو کيس نه سڃاڻي سگهيا هئا. هڪ ته زماني جي حادثن، ڏکن ۽ تڪليفن، پريا جي چهري جي نقشن ۾ واضح تبديلي پيدا ڪري ڇڏي هئي ۽ مٿان وري سندس کاٻي اک مٿان جيڪو زخم هو تنهن ته اصل صورت کي بلڪل لڪائي ڇڏيو هو.

پريا ڪنهن ماهر ۽ همدرد ڊاڪٽر وانگر پوڙهيءَ کان بيماريءَ جو حال احوال ورتو ته پوڙهي ٻڌايو ته بس ”ڇا ٻڌايان ڌيءُ؟ ظاهري طور تي ته ڪا به بيماري نه اٿم بس ويٺي ويٺي بيهوشيءَ جو دورو پيو وڃيم. هاڻ ته ڪجهه وقت کان ته تمام گهڻا دورا پوڻ لڳا آهن. آئون ته سمجهان ٿي ته آئون ڪنهن به علاج سان ٺيڪ نه ٿي سگهنديس، پر رانو صاحب ويچارو مونکي ڪيو پيو هلي ته مان ڪٿان ٺيڪ ٿيان..

انهيءَ تي رائو صاحب چيو: اسين ٻئي هن دنيا ۾ اڪيلا آهيون
ٿا. هن کان سواءِ منهنجو ٻيو ڪير به نه آهي - جيئن هي لقمان جي هٿان
فيضياب ٿي ويئي ته آئون پنهنجي سموري جائداد لقمان جي نرسنگ هوم
جي حوالي ڪري ڇڏيندس.

لقمان موٽڪي تفصيل سان انجي بيماريءَ جو احوال ته ڏيو سائين...
موٽڪي اميد آهي ته هيءَ جلد ٺيڪ ٿي ويندي...

رائو صاحب چوڻ شروع ڪيو... مان... آئون سرڪاري ملازم هوس،
زال ڏانهن ڌيان نه ڏيندو هوس نه ڪنهن وقت ڏيئي سگهندو هوس. منهنجو
سمورو وقت آفيس ۾ يا ڪلبن ۾ گذرندو هو، شاديءَ کان پوءِ سالن جا سال
ورهيه اسان جي آڱڻ ۾ ڪنهن ننڍڙي فرشتي جو آواز نه ٻڌڻ ۾ آيو. بيگم تن
ڏينهن ڏاڍي چڙچڙي ٿي پيئي هئي. جيتوڻيڪ اولاد جي خواهش ته موٽڪي
به هئي پر منهنجو وقت وري به آفيس ۽ ڪلبن ۾ گذري ويندو هو...
هن ويچاريءَ کي سمجهو سمجهو ڏينهن
اڪيلائيءَ جو عذاب ڀوڳڻو پوندو هو... انهن ڏينهن اسان جي پاڙي ۾ هڪ
انگريز جوڙو اچي ٽڪيو. انگريز عورت سان بيگم جي دل لڳي ويئي ۽
هنن سان گهڻو وقت اتي گذارڻ لڳي. هڪ رات بيگم ڏاڍي خوش ۽ پرجوش
ڏٺم. سبب پڇيو مانس، ور ٻڌايائين "لقمان کي اولاد جي ڳڻ نه آهي؟ جيئن
آهي، چون ... چيائين، اڄ موٽڪي پاڙي واري انگريز عورت پيار ڪري ٻڌايو
ته جي زال ۽ مڙس، سمجهو ڪجهه پيار نه ڪندا ته سندن ملڻ جي نتيجي ۾
اولاد نه ٿيندو... ڇا لقمان اڄ تائين ڪڏهن موٽڪي پيار ڪيو آهي؟ منهنجي
مشڪل جڏهن کي بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ اڄ موٽڪي خبر پيئي
آهي ته منهنجو جسم هڪ مقدس ساز آهي، ان جسم ۾ ڪيئي مدهوش ڪندڙ
سر لڪيل آهن. پر ضرورت آهي ڪنهن فنڪار جي جيڪو انهن تارن کي ڇيڙي
سُرن کي وجود ۾ آڻي سگهي...

ٿوري دير لاءِ خاموش ٿي رائو صاحب، پر پيا کان پڇيو: مس لقمان ڊاڪٽر

آهيو، لقمان کان ڪا ڳالهه لڪائڻ نه گهرجي، آءٌ توهان جنهن موضوع تي گفتگو ڪري رهيو آهيان انهيءَ تي لقمان کي ڪو اعتراض نه ٿيندو؟

پريا ورائيو: ”رائو صاحب. هن وقت آءٌ توهان عورت نه، ڊاڪٽر آهيان. ۽ ڊاڪٽر صحيح علاج تڏهن ئي ڪري سگهندو جڏهن ڪيس تمام حقيقت حال جي خبر هجي — لقمان بيان جاري رکيو...

رائو صاحب وري چوڻ لڳو... انهيءَ رات کان ٺيڪ ڏهه مهينا پوءِ انسان کي ايشور لمرڻان هڪ سهڻي من موهڻي ڌيءُ جو تحفو مليو. اها ننڍڙي سلهه واري گڏي انسان جي زندگيءَ جو حاصل هئي، لاڏن ۽ ڪوڏن سان نپجڻ لڳي، اچ مٺي سيان وڏي. اچي جوان ٿي، ماءُ جي نه دل جو سڪون ۽ اکين جو ٺار هئي، موهڪي به سرسبز هئي پر آءٌ ڌيءُ کي گهڻو وقت نه ڏيئي سگهندس ۽ هوس. انهيءَ ڪري سندس گهر جي خواهشن کي سمجهي نه سگهيس ۽ گهر ۾ به آخري رکيو آيس. تان جو هڪ ڏينهن نه چاڻ اکين انسان جي آئين جو لفر دريا ۾ ٻڏي ويئي ۽ انسان کي سندس بي جان جسم به نه مليو. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ بيگم جو اهو حال آهي...

قصو ختم ٿيو ئي مس نه پوڙهي عورت کي دورو پئجي ويو... پريا رائو صاحب کي ٻاهر موڪليو ۽ پوڙهيءَ جي منهن تي ٿڌي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنئي، سندس هٿ پير مهٽڻ لڳي، پوڙهيءَ جي، ٻن ٽيل آئين کي چميون ڏنائين ۽ پنهنجي وجود ۾ موجود سچي محبت پنهنجي عمل ۾ اوتي ڇڏيائين. ڇند ئي منٽن کان پوءِ پوڙهيءَ اکيون کوليون. سندس سامهون، پريا ويٺي هئي، آئين ۾ پيار جي جوت جلايو ۽ چپن تي حيات بخش مرڪ پکيڙيو.

پوڙهيءَ کي اکيون کوليندو ڏسي پريا چيو: مون لقمان جو مرض سمجهي ورتو آهي، لقمان جو علاج جيئو ٻيڪ ڏکيو آهي، پر ٿي ويندو...

پوڙهيءَ ورائيو: ڊاڪٽرن جو نه ڪم هوندو آهي دلاسا ڏيڻ! منهنجي مرض جو سبب ئي توهان نه ڳولي سگهندين ڌيءُ، علاج ڪرڻ نه پري جي

ڇالهه آهي.

آئون سمجهان ٿي .. لوڪن جي مرض جي دوا "پريا" آهي ٻين لوڪن جي خيال ۾ جيئن نه آئون پريا کي ڳولهي نه سگهندو ئس، سو لوڪن جو علاج به نه ڪري سگهندو ئس!!

پر توکي منهنجي ڏيءُ جي ناليءَ جي خبر ڪيئن پيئي ڏيءُ؟ اسان نه توکي سندس نالو ڪونه ٻڌايو....

پريا خود کي نه پنهنجي ناليءَ جي خبر آهي نه ممي... لڙهن جي نا فرمان، لوڪن کي ڏک ڏيندڙ پريا لوڪن جي سامهون موجود آهي..

اينرو چئي پريا ڪمي ماءُ کي ڀاڪر پاتو... پوڙهيءَ جي لاءِ ته اهو هڪ معجزو هو. جنهن کي هو مٿل سمجهي چڪا هئا. جنهن جي ياد کيس اينرا ڏک ڏنا هئا، سازندگيءَ جي ڪنهن موڙتي اڻين سامهون اينديءَ سوءِ سندس تصور ۾ به نه هو... پوڙهيءَ پريا کي پنهنجن ڪمزور ٻانهن ۾ گرفتار ڪيو ۽ سندس وار، نرڙ، اکيون چمڻ لڳي...

سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا، هن زبان سان ڪجهه چوڻ چاهيو ٿي پر زبان سندس ساٿ نه ڏيئي رهي هئي.... ڪافي دير تائين پوڙهيءَ پريا کي پنهنجي سيني ۾ لڪائي روئندي رهي، پريا به روئي رهي هئي ڇو ته دل جو بار لڙڪن جي صورت ۾ ملڪوتي وهڻ ٿيڻ لڳو. پريا، ماءُ کي تيزيءَ جترنجن متعلق ٻڌايو ۽ پاڻ تي گذريل واقعا به مختصر طور کيس ٻڌايائين لاڏن ۾ ڪوڏن ۾ پيل ڌيءُ تي گذريل واقعا ٻڌي پوڙهي ماءُ هڪ دفعو وري لڙڪ وهائڻ لڳي پر پريا ڳالهائي پائي کيس چيو "ممي، ڏس نه آئون ڪيتري خوش آهيان، ايشور مونکي ڪيتري عزت بخشي آهي جو آءُ پري پري تائين ڪنهن بيماريءَ ڏکايل انسان مون وٽ علاج لاءِ اچن ٿا.. لوڪن کي به خوش ٿيڻ گهرجي..

پوڙهيءَ ورائيو " آئون خوش آهيان ڌيءُ، تمام گهڻو خوش، ڀڳوان توتي تمام گهڻي مهرباني ڪئي آهي، پرماءُ جو دل آهي نه، اولاد تي ٿيل ظلمن

جو ٻُڌي لڙڪ نه تري ايندا آکين ۾ ڪٿي انسان ڪيترو به روڪڻ جي ڪوشش ڪري!!

پوءِ ٻئي ماء ڌي، ڪافي دير ويٺيون ڳالهيون ڪنديون رهيون.

هاڻ پريا جاوالدين به ساڻس گڏ رهڻ لڳا هئا. يعني اهو خاندان هاڻ پنجن يا تين تي مشتمل هو. ڊاڪٽر سچل ۽ پريا اسپتال ۾ مصروف رهندا هئا ۽ پريا جي ماءُ ۽ راڻو صاحب ٻارڙن کي پيا ڪيڏائيندا هئا.

هاڻ ته ڊاڪٽر سچل صاحب کي اڄ ڪلهه وانڪائي ملي ويندي هئي ۽ هو ٻارڙن سان ڪجهه وقت گذاري وٺندو هو، پر پريا کي وانڪائي نه ملندي هئي، اسپتال جو ڪم، ويهڻ جو ڪم ۽ ٿڪان لهڻ درزڪي ڪم واري سڪيا جو ڪم.. مطلب ته ڪيس هڪ منٽ به وانڪائي نه هوندي هئي پر ته به هوءَ ڪڏهن شڪايت نه ڪندي هئي، ڪڏهن به، ڪنهن به وقت مريض کي مايوس نه ڪندي هئي. سندس نيڪ نامي ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿي رهيو هو ۽ هاڻ هوءَ ڪافي پري پري، ڳوٺن ۾ به مريضن کي ڏسڻ لاءِ ويندي هئي پر اهڙا مريض جي کي ڪنهن به ريت سندن اسپتال تائين پهچڻ واري پوزيشن ۾ نه هوندا هئا... انهن ئي ڏينهن هڪ ڏينهن هڪ مريض اکين ۾ ڳوڙها آڻي، سندس هٿ چمندي، اعتراف ڪيو ته هن "پردان" جي چوڻ تي سندس مشين چوري ڪئي هئي ۽ هاڻ هو پنهنجي ڪئي تي پريشان هو ۽ معافيءَ جو طلبگار رهيو... ڳالهه ٻالهين کي پريا دل ۾ نه رکندي هئي، هن سان جنهن جنهن به ڪا برائي ڪئي هئي ته هوءَ اڳ ئي ان کي پنهنجي دل ۾ معاف ڪري چڪي هئي سو هن مشين چور کي به کلي دل سان معاف ڪيائين. بي پناهه مصروفيت جي باوجود پريا کي سهارنپور جو اهو قلعو اڄ به اڪثر ياد . . ايندو هو جيڪو سندس گهه تيل سامان هٿ ڪري آيو هو. ان جي شخصيت ۽ گفتگو ۾ ڪا اهڙي ڪشش ضرور هئي جنهن پريا جي دل ۾ گهر ڪري ورتو هو ۽ دل چاهيندي هئي ته هڪ واروري به وڃي ان سان ملاقات ڪري اچي. سو نيٺ هڪ ڏينهن وقت ڪڍي سهارنپور مان وڃي نڪتي، پر اسٽيشن تي ڪيس خبر پئي ته سڪ راج هاڻ قلعي ۾ نه رهيو هو. هو هڙڻ

اسٽيشن تي مزدوري ڪندو هو. تنهن مزدورن جي هڪ انجمن ٺاهي هئي جنهن جا ميمبر هر مهيني چندو ڏيندا هئا، ۽ هاڻ چندي جي اها رقم ايتري نه وڌي ويئي هئي جو هنن زمين وٺي هڪ ڪوآپريٽو فارم ٺاهي ورتو هو جنهن تي هاري به هو پاڻ ڪندا هئا ۽ زمين جا مالڪ به پاڻ هوندا هئا. پريا جي دل ۾ سک راج متعلق اهائين خبرن جي وڏي عزت پيدا ٿي، سندس من اڃا متاثر ٿيو. جيتوڻيڪ هن چاهيو ٿي ته اهڙي عظيم انسان سان ملاقات ڪري پوءِ وڃي پر هيئنر اهڙو ٽائيم ڪونه هئس سو وري ٻئي دفعي جو سوچي، واپس امرتسر هلي آئي.

ڪيس امرتسر ۾ آئي هفتو ڪن مس ٿيو هو ته سهارنپور جي اسٽيشن ماستر جي تار اچي پهتي: سک راج گهوڙي تان ڪري سخت زخمي ٿي پيو آهي، جيئن اوهين اچي سگهو ته.....

پريا پنهنجن مائٽن ۽ ڊاڪٽر سچن کان موڪلائي سهارنپور رواني ٿي ويئي. اتي سک راج کي آپ ٿي اسپتال داخل ڪيو ويو هو... ڪيس تمام گهڻا ٽڪ لڳا هئا ۽ سندس علاج جو اهم حصو سندس مناسب سار سنڀال هئي جنهن لاءِ ڪنهن تربيت يافته پر نيڪ دل نرس جي ضرورت هئي. قلين اسٽيشن ماستر سان صلاح ڪئي ته لاهور مان ڪا نرس گهرائجي پر اسٽيشن ماستر جي ذهن ۾ پريا جو نالو آيو جنهن متعلق هن کي خبر هئي ته سندس هٿ ۾ شفا هئي ۽ اها اميد به هئس ته پريا سک راج لاءِ ضرور ايندي جو هوءَ سک راج جي عوامي ڪردار ۽ سندس شخصيت کان تمام گهڻو متاثر هئي. سو هن، امرتسر تار ذريعي پريا کي سک راج جي زخمي ٿيڻ جو اطلاع ڏنو ۽ اچڻ جي درخواست ڪئي. پريا وقت وڃائڻ بنا پهرين گاڏيءَ ۾ ئي سهارنپور رواني ٿي ويئي ۽ اسپتال ۾ وڃي پنهنجو فرض جي چارج سنڀالي ائين. هفتي ڪن ۾ سک راج خطري واري حالت مان نڪري آيو ۽ ڊاڪٽر مطمئن ٿيا ته هن پريا جن ڏي پنهنجي لاءِ امرتسر وڃڻ جو ارادو ڏيکاريو. سک راج نٿي چاهيو ته نرس ڪيس ڇڏي وڃي پر پريا جنهن

ڪيس ٻڌايو ته تش ڪيترئيون جوابداريون آهن ۽ سندس وڃڻ ڪيترو ضروري
هو، تڏهن هو کيس روڪي نه سگهيو. پر پريا ويٺي هلي نه نجاڻ ڇو سک راج
جي وجود تي اداسيءَ جو غلبو ٿي ويو. هو ائين محسوس ڪرڻ لڳو ڄڻ
سندس وجود جو ڪو حصو ڪا تش ڌار ٿي ويو هجي! اها
صورتحال سمجهدار سک راج لاءِ به پريشانيءَ جو سبب هئي. هن جي دل ۾
هڪ تصوير شروع زندگيءَ کان موجود هئي جنهن سان هن پيار به ڪيو هو ته
جنهن جي عبادت به ڪئي هئائين، هڪ اهڙي محبت ڪندڙ شخصيت جنهن
کيس موت جي منهن ۾ ويندي ڏسي به پنهنجي محبت نباهي هئي ۽ کيس،
پنهنجي زندگي عذابن ۾ وجهي زندگيءَ جي هڪ پرنور رات جو سُرور
بخشيو هئائين! اها هستي لُڙهي. درياءَ جي رستي هن دنيا کان منهن موڙي
چڪي هئي، پر سک راج وري هن وقت تائين ڪنهن هن آڪلي ڪنهن عورت
ڏانهن نه ڏٺو هو ته متان ڪٿي سندس من بيوفائيءَ تي لهي اچي، ۽ هاڻ
نيٺ اهو ٿي ٿيو جنهن جو کيس خدشو هو. نرس، سندس من ان ۾ ويهي
ويٺي هئي ۽ سندس خدمت چاڪري. سندس دل لڀائيندڙ گفتگو، سندس
من موهيندڙ انداز سندس وجود کي هڪ ڪشمڪش ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو.
نرس جي ايثار ۽ جذبي جو ته هو دل جي گهراين مان معترف هو پر اها ڳالهه کيس
قبول نه هئي ته اِها نرس، سندس سموري زندگيءَ جي پيار کي، سندس من
مان لوڏي ڪڍي ۽ پاڻ انهيءَ جي جاءِ والاري ويهي...

پر هو ڄاڻندو هئائين ته اِها نرس مريضن جي دلين جو حال معلوم ڪري سندن
علاج ڪندي هئي، سو پڪو پهه ڪيائين ته جڏهن هو ٻن ڏينهن کان پوءِ
موٽي آئي تڏهن کيس درخواست ڪندس ته مهرباني ڪري منهنجي من
جي مندر مان نڪري وڃ، انهيءَ مندر ۾ هڪ مورتي اڳ ئي موجود آهي
۽ آئون صرف ۽ صرف انهيءَ مورتيءَ جي عبادت ڪندو رهڻ چاهيان ٿو.
آئون بيوفا نه ٿو ٿيڻ چاهيان.....

ٻه ڏينهن، جيڪي پريا غير حاضر رهي، سک راج بي چين ۽ بي قرار

رهيو . اسپتال ۾ سندس جانثار ساٿي سندس خدمت چاڪريءَ لاءِ موجود هئا، اهڙا ساٿي جيڪي سندس پگهر جي محنت پنهنجو رت وهائڻ ۾ به بخل يا سستيءَ کان ڪم نه وٺن ها، جيڪي سندس هڪ اشاري تي پنهنجون جانيون به قربان ڪري ڇڏين ها پر سڪ راج ته به اداس هو! هاءِ ڙي محبت! دل به ڪهڙي شيءِ آهي! يا ته سڄي زندگيءَ سڪ راج ڪنهن ٻي عورت ڏانهن اک کڻي نهاريو به ڪونه هو ۽ يا صرف هڪ نرس جي هڪ هفتي جي شفقت ۽ خدمت، سندس من اندر جي دنيا ۾ هلچل مچائي ڇڏي هئي ۽ ورهين کان سندس دل ۾ موجود پريتما جي تصوير جي اماءِ والاري رهي هئي! جڏهن نه هن پاڻ ٻاهوشيءَ ڇا ڪيو، پوءِ آخر اهو ڪئين ۽ ڇو ٿي رهيو هو؟ نرس بنا سندس رضامنديءَ ۽ اجازت جي سندس دل جي دنيا ۾ ڪئين داخل ٿي رهي هئي؟ سڪ راج کي جيڪي زخم رسيا هئا سي هاڻ ڪافي حد تائين ٺيڪ ٿي چڪا هئا سندس ساٿي سندس صحت يابيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيا هئا. مٺايون ورهايون ويون هيون، غريبن کي ماني کارائي ويئي هئي پر هاڻ ڪيس ائين ٻي چين ۽ بي قرار ڏسي سندس ساٿي پريشان ٿي ويا هئا! سڪ راج کي پنهنجن مزدور ساٿين سان به تمام گهٽ پيار رهيو... ڪير به جي سانس ملڻ لاءِ ويندو هو ته هو پنهنجي تڪليف وساري آيل ساٿيءَ جو آدرڀاءُ ڪندو هو، کانئس حال احوال وٺندو هو پر هاڻ سندس اها ڪيفيت به بدلجي ويئي هئي، هو هر وقت خيالن جي دنيا ۾ گم رهندو هو ۽ ڪنهن به ايندڙ دوست ڏانهن ڌيان نه ڏيندو هو.

پريا، موٽي آئي ته سڪ راج جي حالت بدلجي ويئي، سندس ٻهري تي زندگيءَ جا اُميجاڻ ڇتا تي آيا ۽ هو خوش نظر اچڻ لڳو. سندس انهيءَ ڪيفيت کي سڀني محسوس ڪيو. اڳ سڪ راج، جيترو به وقت پريا وٽس موجود هوندي هئي، سندس نازڪ، ننڍڙا هٿ، پنهنجن ڪمزور ٻي ڊول هٿن ۾ جهلي ويهندو هو. ائين ڪرڻ سان ڪيس هڪ عجيب

قسم جو سڪون ۽ راحت ملندي هئي. اڄ جڏهن پريا، وشنو وڏيل هئي ۽ سنڌس هٿ سڪ راڄ جي هٿن ۾ هئا، تڏهن سڪ راڄ کانئس سوال پڇيو: ”ڇا واقعي ڊاڪٽرن کي انساني دل متعلق ڪافي علم آهي؟“

”مڙيئي ٿورو ٿورو... ڇو؟“ پريا وراڻيو.

”آئون دراصل اهو معلوم ڪرڻ ٿو چاهيان ته ڊاڪٽرن جا هٿ، پنهنجن هٿن ۾ جهلي مونکي سڪون ۽ راحت ڇو ٿي ملي؟“

پريا جواب ڏنو: ”اهو انهيءَ ڪري ته آئون پنهنجي وجود جي خوشي ۽ راحت پنهنجن هٿن معرفت ڊاڪٽرنجي دل تائين پهچايان ٿي ۽ منهنجي خوشي، راحت ڊاڪٽرن لاءِ سڪون ۽ آرام جو سبب بڻجي ٿي.“

سڪ راڄ چيو: ”آئون ڊاڪٽرنجو ٿورائتو آهيان جو ڊاڪٽرن پنهنجو آرام ڦٽا ڪري مونکي نئون جنم بخشيو، پر منهنجي دل ۾ انهن لاءِ محبت جا جذبا پيدا ٿي رهيا آهن جڏهن ته آئون پنهنجي محبت اڳ ۾ ئي ڪنهن جي ياد ۾ نالي وقف ڪري چڪو آهيان ۽ ڊاڪٽرن سان پيار جي بندش ۾ ٻڌجي بيوفا نٿو سڏجڻ چاهيان، پر مونکي پنهنجي دل تي اختيار نه آهي. اها ڪيفيت ڪانئن نه لڪي... ايئن ٿيندو آهي. پر انهيءَ جو مڪمل جواب ته آئون ڊاڪٽرن کي تڏهن ئي ٻڌائي سگهندس جڏهن ڊاڪٽرن مونکي پنهنجي ذاتي زندگيءَ متعلق ڪجهه ٻڌايو.“ پريا سڪ راڄ کي چيو.

”ڊاڪٽرن کان آئون ڪا به ڳالهه نه لڪائيندس، پر وڃي ٿو ڊاڪٽريان نه منهنجي زندگيءَ جا اهي ٻه ڪيل حصا ڊاڪٽرن پاڻ وٽ امانت سمجهو، جو مون غريب جا اهوئي سرمايو آهي.“

”مريض کي ڊاڪٽرتي اعتماد هجڻ گهرجي... ڊاڪٽر، مريض جو امين هوندو آهي ۽ اهو معاهدو ڪنهن کي ٻڌايل آهي... جي ڊاڪٽرن مونتي ڀروسو ڪري سگهو ٿا ته ٻڌايو.....“

سڪ راڄ هڪ دفعو وري پريا جي هٿن کي دٻايو... پريا جي هٿن جو ڇهاءُ اهڙو هو جو هيڪر وري هوڳس ٿي مليو، محبت جي وادي ۾...

پر. پرپا ڪيس واپس وٺي آئي، اهو چئي ته ” توهان مون سان محبت ڪرڻ نٿا چاهيو، پر پاڻ ٿي محبت ڪي دعوت ٻه ڏيندي رهيا آهيو ته توهان جي دل ۽ دماغ تي قابض رهي -

مسڪ راج ورائيو.... ” توهان مونکي غلط سمجهيو - آئون صرف اهو ٿو چاهيان ته توهان منهنجي دل جي پريشاني دور ڪريو - باقي توهان جي محبت کي آئون ڪٿين دل مان ڪڍي سگهندس؟.

خير- توهان پنهنجي زندگيءَ جو احوال ڏيو ته توهانجو علاج شروع ڪجي!-

مسڪ راج چوڻ شروع ڪيو ” آئون هڪ سزا يافته قيدي آهيان - قانون مونکي موت جي سزا ڏني هئي، پر جنهن جي موت جا سڀ بندوبست ٿي چڪا هئا، سو زنده آهي، ۽ جنهن کي زنده رهڻ گهربو هو سو ته ٻيا چڙهي ويو...

آئون مظفرپور جيل ۾ ڦاسيءَ جي انتظار ۾ هوس ته زلزلو آيو هو.. وڏي تباهي ٿي هئي، اسان جي جيل جي عمارت به ڍهي ويئي هئي. قيدي ۽ سنتري چوڪي لاءِ موجود سپاهي، سڀ دٻجي ويا هئا.. پر ڪي جيئرا به . ا بچيا . جيڪي جيئرا بچيا تن پنهنجا جيل جا نمبر لاهي ڇين قيدين جي ڪنڌ ۾ وڌا ته جيئن ڪين مئل سمجهيو وڃي ۽ لوءِ جنهن کي جيڪو رستو مليو آيو اهو منهن ڪري ڀڄي نڪتو. آئون به پنهنجي پيار، پنهنجي زندگيءَ سان ملڻ جي آس دل ۾ سانڍي اتان ڀڄي نڪتس. مٿان، ۽ اسان ٻچي ويلن جون مشڪليون اينديون ته ڦرڪي ولون هيون جو سڄاپ جو ڪو به ڊپ نه هو. ڪجهه ڏينهن خيراتي اسپتال ۾ پنهنجن زخمن جو علاج ڪرايم. پوءِ هتي اچي اسٽيشن تي قليءَ جي حيثيت ۾ پورهيو ٿيس ۽ تهان پوءِ ، پنهنجي محبوب سان ملڻ لاءِ روانو ٿيس جنهن مونکي موت جي منهن ۾ وڃڻ وقت به مون سان شادي ڪئي، پنهنجن پيارن مائٽن جي مخالفت جي باوجود منهنجي زندگيءَ ۾ اهڙي رات جو اضافو ڪيو جنهن

جنهن جي هر نوجوان تمنا ڪندو آهي ۽ جيڪا اڄ تائين، منهنجي زندگيءَ جو حسين ترين سرمايو آهي... منهنجي منزل پريا جانق نٿي ته سندس اهو فقير مڪيس بدنامي ۽ رسوائيءَ جي اونداهي کاهيءَ ۾ ڪيرائي ڇڏيندو، پر ته به هن پنهنجي محبوب کي بناڪوار مان پورو ٿيڻ سرل ڏيڻ قبول نه ڪيو... پر جڏهن سندس شهر ڇڏيائين ته خبر پيم ته منهنجي دل جي دنيا دريا ۾ لڙهي چڪي هئي! مون پاڻ به انهيءَ درياءَ ۾ پڙڻ چاهيو پر غريب مزدور منهنجي پيرن جي زنجير بڻجي ويا جن جي هڪ انجمن مون ٺاهي هئي ۽ جيڪي مون سان ڏاڍو پيار ڪندا هئا! پوءِ آئون اتان پنهنجي وجود کي گهلي واپس لٽي آيس، هوڏانهن ۽ اهو ڪوڏانهن، مون پنهنجي زندگيءَ کي غريبن جي خدمت ۽ ڀلي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي، اڄ ان معروف رهي، غريبن جون دعائون حاصل ڪري آئون زندگيءَ جي عذاب کي آرام ۽ سک ۾ تبديل ڪري، هيتري ساري عمر گذاري چڪو آهيان، پر مون پنهنجي دل ۾ آڪين جا دروازا سدائين بند ڪيا آهن...

هيءَ دنيا هر قسم جي انسانن سان پري پيئي آهي، ڪي چڱا ڪي خراب، ڪي نيڪ ڪي بد، ڪي سهڻا ته ڪي بڇڙا... مبادا ڪنهن جي سونهن، ڪنهن جو اخلاق، ڪنهن جي محبت منهنجي دل ۾ گهر ڪري وجهي ۽ آئون پنهنجي جان، پريا سان بيوفائي ڪري ويهان، سندس لاثاني، امر پيار کي داغدار بڻائي ڇڏيان، تنهن ڪري آئون خاموش ڪري ڪڏهن به، ڪنهن به، عورت ڏانهن اک کڻي نه نهاريندو آهيان، پر قسمت ته ڏسو جو جنهن ڳالهه کان آئون ڊڄن ٿي، پڳس ٿي، سا بنا ارادي جي، بنا خواهش جي، ٿي پيئي... لوهاڻ منهنجي بيماريءَ دوران منهنجي جيڪا خدمت ڪئي آهي، لوهاڻ جو اخلاق، لوهاڻ جي سونهن، لوهاڻ جو خدمت خلق وارو جذبو... انهن تمام خوبين گڏجي منهنجي دل ۽ دماغ تي حملو ڪيو آهي ۽ اهو حملو ايترو شديد آهي جو آئون

پنهنجو دماغ به نه ڪري سگهيو آهيان!! آئون لقمان جي جنم بي،
لقمان جي اخلاق، لقمان جي محبت جو اندازو نه آهيان بهنه ٿي اهو چاهيان
لقمان اهي ڳالهيون پنهنجي دل مان ڪيئي ناشڪري، ناقدري جو مرتڪب
ٿيان... پر مونکي پڪ آهي ته آئون پنهنجي محبوب سان وفا ڪنديُن ماهيان
۽ لقمان جو به ڏوهاري نه بڻجان...

سک راڄ پنهنجو داستان ختم ڪري نرس ڏانهن نهاريو، جير
هي ڇاهي؟ هوءَ ته شايد سندس ڳالهه پڌي بڪوڙي هئي... سندس اکيون ڀلا
لولاڙي ڪاشي ڳوڙهي رهيون هيون، سندس دل اُٿين ڏرڪي رهي هئي جڻ
سيني چيري ٻاهر نڪرڻ ٿي چاهيائين، سندس چهري تي پگهر جا ڦڙا
چمڪي رهيا هئا، سک راڄ محسوس ڪيو ته سندس سڄو جسم ٽٽي رهيو.
هن ڪيس ڏڪندڙي پڇيو هي لقمان ڪيئن ڇا ٿي ويو؟ لقمان منهنجي ڳالهه ته ڪٿي
ٿي ڪئي؟!.

پريا وراڻيو... "مونکي لقمان جي ڳالهه ٻوڙي ڏيان سان پڌي آهي. ۽ لقمان جو
علاج به منهنجي ذهن ۾ آهي... آئون محسوس ڪري سگهان ٿي ته لقمان
ڪهڙي ڪشمڪش ۾ گرفتار آهيو، پر مونکي صرف هڪ ڏينهن ۽ ٻن راتين
جي مهلت ڏيو، آئون واپس پنهنجي گهر وڃڻ ٿي چاهيان. پر واپسي
تي لقمان جو علاج ضرور ڪنديس...

سک راڄ وراڻيو- "اهو ته ڪنهن کي ڪڻ ۾ بي يار ۽ مددگار رهڻ نه
ٿيو... لقمان جو هن وقت وڃڻ مونکي تمام گهڻي تڪليف ڏيندو...

لقمان ته سڄي عمر تڪليفن سان وڙهندي گذاري آهي. ڇا صرف هڪ
ڏينهن ۽ ٻه راتيون وڌيڪ، اهي تڪليف برداشت نه ڪري سگهندا؟!.

آئون چاهيان ٿي ته لقمان جيڪو علاج سوچيو آهي ان تي مطابق عمل
ڪريو- پهرين منهنجي پريشاني دور ڪريو پوءِ بيشڪ ... پر مهرباني
پر منهنجو وڃڻ لقمان جي علاج طرف پهريون قدم آهي... منهنجو وڃڻ
ضروري آهي. مونکي نه روڪيو... ايترو چئي پريا، سک راڄ جو هٿ ڪي

گرمجوشي سان ڏنائين، مرڪندي رواني ٿي ويئي. سندس چهرو نه
ڄاڻ ڇو لال ٿي چڪو هو، دل جي ڌڙڪن جو انداز به سگهيو هو. سندس
وڃڻ کان پوءِ سک راج بيقرار ٿي ويو. ڪين سمجهه ۾ ٿي نه پئي آيو ته
نرس ڇو ويئي هلي ڇو ٿي؟ ڇا سندس ڳالهين جي ڪري نرس جي دل ٽٽي
پيئي يا هوءَ ناراض ٿي ويئي؟ پر هوءَ اهڙي آهي ته ڪونه جيڪا پنهنجي
ڪنهن مريض سان ناراض ٿئي، ٿي سگهي ٿو ڪو ضروري ڪم ياد
اچي ويو هجيس ـــ نه نه هوءَ ڪاوڙجي نه ويئي آهي، هوءَ منهنجي ها
پريشاني ضرور دور ڪندي.... ڪيترائي خيال هئا جيڪي ڪين پريشان ڪري
رهيا هئا، پر آخري ڪين پڪ هئي ته هوءَ ايندي ضرور. نرس متعلق
سوچيندي سوچيندي ڪين ننڊ اچي ويئي.... سک ته آئنده واري ننڊ ۾ جنهن
۾ هو خوابن جي حسين دنيا ۾ گم رهيو... ڏينهن جو وقت جيئن تيئن
ڪري گذاريائين، رات ٿي ته سڀئي سپنا ڏسڻ جي خواهش ڪين جلد
سمهاري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن صبح جو هو ننڊ مان سجاڳ ٿيو، هٿ منهن
ڌوتائين، ڪپڙا مٽائين، تيار ٿي ويٺو. اڄ نرس ............ جي واعدي
موجب ڪين اچڻو هو. سک راج دروازي تي پنهنجون نگاهون مرڪوز
ڪري ڇڏيون. هو بار بار واچ ۾ ٽائيم به ڏسي رهيو هو. ڪلاڪ جي اچڻ
جو ٽائيم لنگهي ويو، اڌ ڪلاڪ مٿي به گذري ويو... سک راج جي آس نااميديءَ
۾ بدلجڻ لڳي، سندس چهري تي اداسيءَ جا ڪڪر غالب اچڻ لڳا.
ايتري ۾ دروازو کليو ۽ نرس، هميشه جيان مرڪندي ۽ ٽهڪندي ڪمري
۾ داخل ٿي نرس کي هن هميشه خوش ۽ کلندي ڏٺو هو تنهن ڪري خاطري
سان ڪجهه به چئي نٿي سگهيو پر هن محسوس ڪيو ته نرس اڄ اڳي کان
ڪجهه وڌيڪ خوش آهي.. .اهو به هو نٿي سمجهي سگهيو. نرس
سان گڏ هڪ ننڍڙو، سهڻو، صحتمند ٻارڙو به هو جيڪو شايد نئين ڄمندڙ
نئين ماءُ کي ڏسي ڪجهه بدل بدل لڳي رهيو هو. نرس ٻارڙي کي هنج
۾ کڻي سک راج جي پلنگ ڀرسان پيل ڪرسيءَ تي ويهي رهي!

سک راج چيو: لقمان جو وڇوڙو مون کي عجيب لڳو هو. مان سمجهي ڪونه سگهيس ته لقمان هڪدم ڇو وڇوڙي جو فيصلو ڪيو، پر پڪ هئي ته پنهنجي مريض کي اهڙي اذيت ۾ ڇڏي لقمان هميشه لاءِ ڪونه ويو آهي...

نرس چيو: مون لقمان سان واعدو ڪيو هو... ته اڄ صبح جو هتان صاف صاف چئي ويا هئا..

هي لقمان جو ٻارڙو آهي؟ سک راج ٻارڙي جي چهري ڏانهن نهاريندي پڇيو؟ ها، آئون انهيءَ ڪري ٿي وٺي ويٺي هئس، هي لقمان جي مرض جي دوا آهي... ڇا؟ هي ٻارڙو؟ اهو وري ڪيئن ڀلا؟ مون ته لقمان کي درخواست ڪئي هئي ته منهنجي پريشاني دور ڪريو، پر لقمان ته منهنجي پريشاني وڌائڻ جو بندوبست ڪري آيو آهي- هي معصوم ٻار منهنجي دل ۾ جاءِ پيدا ڪري رهيو آهي... ڀلا آئون لقمان بنا ڪيئن دل مان ڪڍي نٿس؟

سڀ ڪجهه ٿي ويندو.... نرس وراڻيو..

سک راج ڇوڪري کي پاڻ ڏانهن سڏ ڪيو... پر ٻارڙو ننڍو لڳو هو ڏسي ويٺو نه ويو، انهيءَ تي نرس پنهنجو پٽ کي هنج تان لاهيندي چيو: وڃ نه چترنجن پٽ ڏس سائين ڪيڏي نه اڪير مان توکي سڏي رهيو آهي!!

سک راج هڪدم ڇرڪي پيو... ڇا نالو ورتو لقمان؟

چترنجن!

پر اهو ته منهنجو نالو آهي! سک راج حيران ٿي چيو..

منهنجي پٽ جو به اهوئي نالو آهي. دراصل مون کي چترنجن نالي سان عشق آهي ..

لقمان جي ٻارڙي جي عمر ڪيتري ٿيندي؟

سوا ٽي سال؛

آئون جڏهن پرڀات سان آخري دفعو مليو هوس تنهن ڳالهه کي اڄ تقريبا

چار سال ٿي ويا آهن — منهنجي پريا جي صورت اڃا سان ڪافي
ملند ٿي رهي، بس سنڌ سرزمين تي اهو وڏو نشان ڪونه هو... آئون جو
لوهان سان پيار ڪرڻ لڳو آهيان ته انهيءَ ۾ منهنجو ڪوبه ڏوهه ناهي،
قدرت شايد اهڙي ريت منهنجي وفا جو امتحان وٺي رهي آهي... پر آئون
ٻه ڇا ڪريان؟؟ خبر ناهي موکي ڇا ٿي رهيو آهي... شايد منهنجي دل
ٻڌي رهي آهي.. شايد ڪا اڻ ٿيڻي ٿيڻ واري آهي...

پريا تڙ تڪڙ ۾ منهنجي ٿيلهي مان هڪ فوٽو ڪڍيو... ۽ سڪراج
ڏانهن وڌائيندي اهو فوٽو پريا ۽ چترنجن جو هو... منهنجو فوٽو سڃاڻي
سڪ راج سڀ ڪجهه سمجهي ويو.. جهٽ پٽ هٿ ٻانهون وڌائي پريا
کي ڇڪي ڪٽي منهنجي ڀاڪر ۾ پريا ٻين... پريا... منهنجي جان اها
تون آهين!! اسين ڪٿ هونئين ٻه ايترو وقت هڪ ٻئي کان جدا رهيا سين!!
چترنجن جو آواز روئڻهارڪو ٿي ويو... هو وڌيڪ ڪجهه نه ڳالهائي سگهيو.
پريا ٻه هڪ لفظ نه ڳالهائي سگهي. سنڌس اکين مان ڳوڙهن جو سمنڊ
اٿلي پيو هو... نه ڄاڻ اهي خوشي جا ڳوڙها هئا يا ايترو وقت جدا
رهڻ جي ڏک جا لڙڪ هئا، پر ٻه پيار ڀريا، سچا ۽ پاڪ ، روح
ڇهن ورهين جي اذيت ناڪ جدائي کان پوءِ، بهرحال اڄ ملي ويا هئا،
ننڍڙو چترنجن، سندن پيار جي نشاني، منهنجي دل گهري ماءُ کي
روئندو ڏسي، روئي رهيو هو؛ چترنجن کيس ٻه ڇڪي منهنجي سيني
سان لاتو، ننڍڙي کي ڪجهه ٻه سمجهه نه پئي آيو ته آخر سندس
ماءُ ڇو روئي رهي هئي... ڳوڙها، سڪ راج ۽ چترنجن جي اکين ۾ ٻه هئا ۽
هو نهايت ملائمت سان منهنجو ڪهرم هٿ، پريا جي وارن ۾ ڦيري
رهيو هو..

# عظمت ادبي اڪيڊميءَ طرفان
# ڇپرايل ڪتاب

| ڪتاب جو نالو | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| 1. اگهاڙي (ٻه ڇاپا) | عمر ميمڻ | ختم |
| 2. عشق (ٻه ڇاپا) | ” | ” |
| 3. قرب جا ناتا (ٻيو ڇاپو) | ” | 11-00 |
| 4. قيدياڻي جي ڊائري (پنجون ڇاپو) | اختر بلوچ | 12-00 |
| 5. پيار ۽ پاپ | موهن ڪلپنا | ختم |
| 6. پوڙهو ۽ سمنڊ | عمر ميمڻ | ” |
| 7. جنم قيدي (ٻه ڇاپا) | يوسف بلوچ | ” |
| 8. جنگ ۽ انسان (ٽيون ڇاپو) | عمر ميمڻ | 10-00 |
| 9. جي ماريا نه موت (پنجون ڇاپو) | تنوير عباسي | 12-00 |
| 10. ٽراٽن جا ڏڪ (ٽيون ڇاپو) | ادارو تحريڪ | 14-00 |
| 11. جنس پيار ۽ شادي | عمر ميمڻ | ختم |
| 12. ڳالهيون ڪنوارن جون | ادارو تحريڪ | ” |

| | | |
|---|---|---|
| 13. پريت پرائي ريت نرالي | سندري | ” |
| 14. سنڌي ٻوليءَ کي للڪار | ادارو ملير | 9.00 |
| (چوٿون ڇاپو) | | |
| 15. آن داتا (ٻيو ڇاپو) | عمر ميمڻ | ختم |
| 16. ويٽنامي ڪهاڻيون | ادارو تحريڪ | ” |
| 17. پيار پيار پيڙا پيڙا | سندري | 10-00 |
| 18. تو جنين جي تات | ” | 11-00 |
| 19. لڳ منهنجا لوهه | محبوب راهوجو | ختم |
| (ٽيون ڇاپو) | | |
| 20. بي اولاد | عمر ميمڻ | 5.00 |
| 21. ڪرندڙ ديوارون | سندري | 12-00 |
| 22. رام محمد ڊيسوزا | عمر ميمڻ | 12.00 |
| 23. علم تدريس مظلومن لاءِ | م. ا. جويو | 22-00 |
| (ٻيو ڇاپو) | | |
| 24. جڏهن جهوڪ جهريو | رشيد ڀٽي | 6-00 |
| (ٻيو ڇاپو) | | |
| 25. اٺو لٺو ۽ اجهو | عمر ميمڻ | ختم |
| 26. ماڻهوءَ جا قول (ٻيو ڇاپو) | لڪانو ڀهراڻي | ” |
| 27. چين ۾ قومي سوال | عمر ميمڻ | 16-00 |
| 28. تاريخ ڇا آهي | ” | 12-00 |
| 29. سچ جو فلسفو | رشيد ڀٽي | ختم |
| 30. مڪريءَ جا مضمون | م. ا. جويو | 25-00 |
| 31. سون ورني ڌرتي | عمر ميمڻ | 20.00 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 32. | انقلابي شاهراهه | گوبند مالهي | 10-00 |
| 33. | چکين جي چيٽ ڪري | سڪندر عباسي | 22-00 |
| 34. | ويرين جي وسندي | رشيد ڀٽي | ختم |
| 35. | تضاد بابت | „ | „ |
| 36. | ڀنڊ اڙانگا ڀپ جا | پرويز | 10-00 |
| 37. | آمر ۽ آمريت | عمر ميمڻ | ختم |
| 38. | پورهيت انقلاب | „ | 9-00 |
| 39. | ڀٽو ۽ تاريخ (ٻيو ڇاپو) | „ | 10/- |
| 40. | ناري | اُمالا ديوي | 7-00 |
| 41. | ويٽنام ۽ ويٽنامي انقلاب | عظيم سومرو | 30-00 |
| 42. | ۱۸۵۷ع جي جنگ آزادي ۽ سنڌ | دادا سنڌي | 8-00 |
| 43. | شاهراهه دهلي | پرويز | 16-00 |
| 44. | ڀٽو ازم | عمر ميمڻ | 9-00 |
| 45. | چارڻ چوريو چنگ | „ | 8-00 |
| 46. | ڀٽو ۽ جمهوريت | „ | 8-00 |
| 47. | ڀٽو ۽ سامراج | „ | 7-00 |
| 48. | نيتاجي | منگهارام آريا | 4-00 |
| 49. | سنڌي عوام جو قومي اتحاد | عمر ميمڻ | 4-00 |
| 50. | ڪشمڪش | اي جي آتم | 11-00 |
| 51. | ڦاسي جي ڪوٺڙي | رٽبيرووهر | 21-00 |
| 52. | بنيادي حق | عمر ميمڻ | 16-00 |
| 53. | ڪالاباغ ڊيم | عمر ميمڻ | 5-00 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 54. | نيتاجي هندستان کان ٻاهر ڪيئن ويو | لالا آتم چند | 10-00 |
| 55. | ڏونگر ڏک ڏنام | يوسف سنڌي | 4-00 |
| 56. | زلفي منهنجو دوست | عمر ميمڻ | 11-00 |
| 57. | ڳاڙهو لالٽين (ٽيون ڇاپو) | نجم عباسي | 10-00 |
| 58. | سنڌين جو دشمن ڪير | عمر ميمڻ | 11-00 |
| 59. | ڪنواري ماءُ | عمر ميمڻ | 12-00 |


## عظمت ادبي اڪيڊمي

13. نظام لاج گاڏي کاتو،

حيدرآباد سنڌ.




نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

